سيد جو ساٿي

# حفيظ قريشي

مرتب: آزاد قاضي




جي.ايم.سيد فائونڊيشن ڪراچي

---

ڪتاب جو نالو : سبد جو ساٿي: حفيظ قريشي

مرتب : [illegible] قاضي

ڇپائي جو سال : [illegible] ٢٠٠١

ڇپائيندڙ : [illegible] سيد فائونديشن ڪراچي

قيمت : [illegible] -/60

# انتساب

۱۹۴۸ع جو ذڪر آهي، علامہ مشرقيءَ جي خاڪسار تحريڪ ختم ٿي چُڪي هئي. سنڌ جا خاڪسار تحريڪ سان وابسطہ ورڪر ۽ ڪي انهن جا لڳ لاڳاپي وارا سياسي ساٿي ٻين ماڻهو ملڪي صورتحال تي غورويچار ڪرڻ ۽ ميان افتخار الدين صاحب جي پاڪستان پارٽي جي سنڌ شاخ قائم ڪرڻ لاءِ مير علي احمد خان ٽالپر جي بنگلي تي ڪراچيءَ ۾ گڏ ٿيا. جن ۾ سائين غلام مصطفيٰ شاهہ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سيد شمس الدين شاهہ، احمد خان لانگاهہ سان گڏ چاچوحفيظ قريشي صاحب پڻ هجي ٿو. ميان افتخار الدين جي دير ڪرڻ سبب ان تقريب ۾ موجود گمنام قسم جو ڪو ماستر ايوان ڪان اجازت گهري، سائين جي. ايم. سيد پاران سنڌ جي مسئلن بابت غور ويچار خاطر سڏايل هڪ جلسي ۾ پڙهيل خطبو اٿي. اتي پڙهي ٿو جنهن ۾ سنڌ جا سور ۽ سنڌ جي سڄاڻپ جو اهڃو تہ سهڻو ڪيس پيش ٿيل آهي جو قريشي صاحب، ان جي ٻڌڻ سان اٿي بي اختيار ٿي لبيڪ ثم لبيڪ، لبيڪ چوندي، پيون سڀ ڳالهيون وساري سنڌ جي سيد جو وڪيل ٿي ويو ۽ ان ڳالهہ جو زندگي جي آخري گهڙيءَ تائين برملا اظهار ڪندو رهيو تہ مون کي سنڌ جي ساڃاهہ ان ماستر جي معرفت سيد ڪان ملي. ڪيس ان ماستر صاحب جو نالو بہ ياد ڪونہ هوندو هو. اها بہ خبر نہ هيس تہ اهو ڪٿان جو هيو. اهڙي محترم استاد جي ياد تازي ڪرڻ لاءِ قريشي صاحب جي ، هيءَ ميڙي چوندي **ان محترم استادجي نانءِ** ڪجي ٿي.

آزاد قاضي

# فهرست


| | |
|---|---|
| اداري پاران | ڊاڪٽر ضيا شاهه |
| مقدمو | آزاد قاضي |

## پاڱو پهريون

| | |
|---|---|
| حفيظ قريشي: جيئن مون ڏٺو | شيخ اياز |
| محمد حفيظ قريشي | جمال ابڙو |
| سنڌ ۽ حفيظ قريشيءَ جي آخري خواهش | عبدالوحيد ڪٽپر |
| هڪڙو هو حفيظ قريشي | اعجاز منگي |
| هالن پراڻن جو پيامبر | حسن مجتبيٰ |
| عاشقِ سنڌ: چاچو حفيظ قريشي | ڊاڪٽر حيدر سنڌي |
| آزاديءَ سان عشق ۽ حفيظ قريشيءَ جا آدرش | ابراهيم عمراڻي |
| وڏي وَٽُ هيام، پاروچا پنيور ۾ | خاڪي جويو |

## پاڱو ٻيو

| | |
|---|---|
| جوڳيءَ تي جڙاءُ، نسورو نينهن جو | حفيظ قريشي |
| تنبيهه | حفيظ قريشي |
| خيال، جذبا ۽ عمل | حفيظ قريشي |
| جي.ايم.سيد: جيئن مون ڏٺو | حفيظ قريشي |
| جي.ايم.سيد جو فڪر | حفيظ قريشي |
| اسان جا پاڪستان سڳوري ۾ حق آهن ڪهڙا؟ | حفيظ قريشي |
| سيد جي ڪمائي، پنهنجي ڪمائي. | حفيظ قريشي |

# اداري پاران

سائين جي.ايم. سيد جي نظرئي ۽ فڪر کي منظم انداز ۾ متعارف ڪرائڻ لاءِ سائينءَ جي هوندي اهو ويچاريو ويو هو ته ڪو اهڙو ادارو هجي، جتان نه رڳو سائينءَ جا اڻ ڇپيل توڙي ڇپيل ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪجن پر مجموعي طرح سنڌ متعلق مختلف حوالن سان تحقيقي ۽ فلاحي ڪم پڻ ڪجن. جنهن لاءِ تعليم، ڪلچر، ادب ۽ ٻين ميدانن ۾ مختلف نوعيت جا ڪم ڪرڻ جو پروگرام هيو. انهيءَ مقصد کي ذهن ۾ رکندي، ۱۹۹۰ ۾ جي.ايم.سيد فائونڊيشن جو بنياد رکيو ويو هو. پر ڪن اڻ ٽر سببن ڪري ان اداري جي ڪارڪردگي، سواءِ ڪجهه ڪتابن شايع ڪرڻ جي، ان کان اڳتي وڌي نه سگهي.

سائين جي. ايم. سيدُ جي وفات کانپوءِ ته ان ڳالهه جي اهميت ۽ افاديت جي وڌيڪ ضرورت محسوس ٿي رهي آهي. ان ڳالهه کي نظر ۾ رکندي جي.ايم.سيد فائونڊيشن کي نئين سر فعال ڪندي گهڻ پاسائين عملي ڪم جي شروعات ڪئي ويئي آهي ان سلسلي ۾ اداري پاران سيد جي حوالي سان ليڪچر، سيمينار ۽ يادگار ڏينهن ملهائڻ جو پروگرام پڻ شروع ڪيو ويو آهي. سائين جي.ايم.سيد جا قريبي ساٿي جيڪي سندن زندگيءَ ۾ معاون ۽ مددگار رهيا. گويا ڪه انهن بزرگن جو به سيد جي عملي ۽ فڪري جدوجهد ۾ ڪنهن نه ڪنهن حوالي سان قابلِ ذڪر عمل دخل هيو. انهن کي پڻ سائينءَ جي جدوجهد جو حصو تصور ڪندي، جي.ايم. سيد فائونڊيشن اهو پنهنجو فرض سمجهي ٿي، ته نه رڳو انهن جا يادگار ڏينهن ملهايا وڃن پر سندس، سائينءَ سان تعلقات کي پڻ رڪارڊ تي آندو وڃي. سائينءَ جي سڀ کان قريبي ساٿي چاچي حفيظ قريشيءَ بابت هن ڪتاب شايع ڪرڻ کان ان ڪم جي پڻ شروعات ڪئي وڃي ٿي. انهيءَ اميد سان ته فائونڊيشن سيد جي فڪر جو ڦهلاءَ ڪندي سيد جي ٻين ساٿين جي جدوجهد ۽ ڪردار کان پڻ عوام کي واقف ڪرائيندي رهندي.

**سيد ضيا شاهه**

**ڊائريڪٽر**

**جي.ايم. سيد فائونڊيشن.**



سائين جي-ايم-سيد جي سن ۾ ٿيل سالگرهن جي موقعي تي اسٽيج تي
ويٺل سائين جي-ايم- سيد، قاضي فيض محمد، حفيظ قريشي، ڪاڪو
تيرٿ، عابده پروين ۽ ٻيا. ٻي تصوير ۾ حفيظ قريشي تقرير ڪندي.



سائين جي -ايم-سيد جي سالگره تي سامعين ۾.
حفيظ قريشي:-ڪامريڊ صديق پڪيئڙو، حميد سنڌي، پيرعلي محمد
راشدي ۽ ٻيا.

# مقدمو

سائين جي.ايم.سيد جي شخصيت ۽ سياست بابت جن ماڻهن وٽ واضع موقف هيو ۽ اهي سيد جي فڪر سان مڪمل طور تي ڪميٽيڊ هئا. چاچو حفيظ قريشي، سيد جي اهڙن سائين ۾ سرِ فهرست هيو. وڏي همت وارو، بي باڪ، سچ چوڻ جو ڪرو، سچ چوڻ جي معاملي ۾ زمان ۽ مڪان جي پرواهه به نه ڪندو هيو. چاچو قريشي اهو ماڻهو هيو، جيڪو سائين جي.ايم. سيد اڳيان پڻ اختلافي مسئلا وڏي هُج واري طريقي سان رکندو هيو. سائين جي.ايم. سيد جي وفات کانپوءِ هو پاڻ کي ويڳاڻو تصور ڪندو هيو. چاڪاڻ ته ڪيس اها پرپور شڪايت هئي ته سيد جيڪا سنڌوديش واري واٽ ڏسي ويو آهي. تنهن کي سنڌ جي هئي ماڻهوءَ ته نهيو پر سيد جا پوئلڳ، جيڪي سنڌس نالي ۾ سياست ڪندا رهن ٿا. اهي به نه سمجهي سگهيا آهن پنهنجي ان پريشانيءَ جو پنهنجي محفلن کان وٺندي عام جلسن تائين پاڻ وڏي واڪ ذڪر ڪندو هو.

مارن منجهه مياس، ماڙين ماريس ڪين ڪي. (شاهه)

هڪ ڀيري جو ذڪر آهي، سيد صاحب جي پوئلڳن پاران سڏايل هڪ جلسي ۾ قريشي صاحب اتفاقاً دير سان پهتو هيو. جلسي جي صدر ۽ تنظيم جي سربراهه جي تقرير هلي پئي. قريشي صاحب جو قدر ڪندي، ڪيس ان کانپوءِ به ڳالهائڻ جو موقعو ڏنو ويو. قريشي صاحب انتهائي جذباتي انداز ۾ پنهنجي تقرير صاحبِ صدر جي ڪيل تقرير، سنڌ جا حق، سنڌ جا مسئلا، پنجاب پاران ٿيندڙ ظلم، وغيره کان شروع ڪئي ۽ بنهه خار ۽ طنز واري انداز ۾ جلسو ڪرائيندڙن سان مخاطب ٿيندي چيائين "۽ مون کي پتو آهي ته آهستي آهستي سيد واري ڳالهه ڪرڻ وارو ڪونه هوندو. پيون ڳالهيون ٿينديون، هيڏانهن هوڏانهن جون، پر سيد واري ڏسيل ڳالهه ڪانه ٿيندي، اوهان به ڪونه ڪندا" قريشي صاحب جي مٿين جملي جلسي ۾ ويٺل نوجوانن جون وايون بتال ڪري ڇڏيون ۽ اهي سنڌ جي آزاديءَ واري جذبي سان سرشار نوجوان معنيٰ خير انداز ۾ هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندا رهيا. اهو ڏينهن ۽ قريشي صاحب جي وفات وارو ڏينهن مون وري ان جماعت جي ڪنهن ننڍي توڙي وڏي جلسي ۾ قريشي صاحب کي ڳالهائيندي نه ٻڌو. جيتوڻيڪ قريشي صاحب جي اها عادت هئي ته دعوت ملڻ تي هو هر ڪنهن جي جلسي ۾ هليو ويندو هو، پر بنا دعوت جي ڪنهن جي به جلسي ۾ نه ويندو هو.

سائين جي.ايم.سيد کانپوءِ، قريشي صاحب اهو شخص هيو جنهن جڏهن

ٻه ڳالهايو، جيترو ٻه ڳالهايو، ان ۾ ڪنهن نه ڪنهن طرح سنڌ جي آزادي واري واٽ جي جهلڪ ضرور نظر ايندي هئي. هو سالن جا سال سيد جو ساٿي رهيو ڪيترين ئي ٻين جماعتن ۾ وڃڻ جي باوجود پاڻ سيد جو هر حوالي سان ويجهو ساٿي ۽ رفيقِ ڪار هيو بلڪ ائين چئجي ته پاڻ جتي ٻه ويو اتي سيد جي صلاح سان ويو ۽ اتي وڃي سيد واري ڳالهه ڪيائين. ان سلسلي ۾ هڪ مثال ذوالفقار علي ڀٽي جي شروعاتي ڏينهن جو ذڪر ڪندي، قريشي صاحب ٻڌائيندو هو ته، "ذوالفقار علي ڀٽو جڏهن ايوب خان خلاف مهم هلائڻ لاءِ سائين جي.ايم.سيد سان صلاح ڪرڻ آيو. تڏهن سائينءَ قريشي صاحب کي ان ڪم تي مامور ڪيو ته هو، نه رڳو ڀٽي صاحب جي ساٿ ۾ شريڪ رهي، پر مختلف جاين تي ٿيندڙ جلسن ۾ سنڌ جي ڳالهه زوراٿي طريقي سان ڪري ته جيئن ڀٽي جو پاٿي ڪچي سگهجي، اهڙي طرح هو نه رڳو سيد جو سپاهي ٿي ڪم ڪندو رهيو پر پنهنجي شعور ۽ ساڃاهه سان مختلف جماعتن جي بنياد وجهڻ وارن اڳواڻن واري حيثيت پڻ حاصل ڪيائين. اتي ٻه جڏهن ٻه ڪاٿي، سيد جي خلاف حرڪت ٿيندي ڏٺائين تڏهن انهن فردن ۽ جماعتن سان بغاوت ڪرڻ ۾ ڪاٿي دير نه ڪيائين. جنهن جو سڀ کان وڏو مثال ١٩٧٤ع ۾ جناب رسول بخش پليجي پاران وقت جي حڪمرانن جي چرچ تي سائين جي. ايم. سيد خلاف هلايل انتهائي غليظ پروپيگنڊا (جيڪا ڪافي وقت تائين سنڌس تحريڪ. رسالي ۾ هلندي رهي) واري عمل دوران سندس جماعت عوامي تحريڪ جنهن جو پاڻ بنيادي اڳواڻ ۽ صدر هيو ان تان احتجاجن استعيفيٰ ڏيئي ڇڏڻ واري عمل منجهان ملي ٿو. فنِ خطابت جو ڪيس وڏو ڏاڻءُ هيو. جنهن ڪري سائين ڪيس سنڌ جو ابوالڪلام چوندو هو، پاڻ جذباتي انداز ۾ ڪيترين ئي ڪم جون ڳالهيون اهڙي انداز ۾ چئي ويندو هو جنهن منجهان ٻڌندڙن کي ڪوئي لاڀ نه ملندو هو. سندس اهڙي عمل سبب ٻڌندڙ ڪم وارين ڳالهين کي ٻه ڪل مشڪري سمجهڻ لڳندا هئاجيتوڻيڪ ڪيس پنهنجي ڪيس پيش ڪرڻ جو هڪ نرالو انداز هيو. جيئن هو سنڌي قوم جي آزاديءَ جو ذڪر ڪندي چوندو هو، سنڌين اڄا پنهنجو پاڻ کي غلام ئي سمجهڻ شروع نه ڪيو آهي ته پوءِ اهي آزاد وري ڪٿان ٿين. آزاديءَ جي منزل لاءِ تڙپ تڏهن ئي پيدا ٿيندي جڏهن ماڻهو پاڻ کي غلام تصور ڪرڻ لڳندو. سيد سان ڪيس بي پناهه محبت هئي، ايتري ۽ اهڙي محبت جنهن جو ڪو ڪاٿو ئي نه ٿو ڪري سگهجي. ان جي باوجود قريشي صاحب واحد شخص هيو جيڪو سيد صاحب اڳيان ڪيترين ڳالهين تي اختلاف ٻه رکندو هو. پر ان جي باوجود ڪندو اهوئي هيو جيڪو کس سيد چوندو هو. سنڌ ۽ سنڌي قوم جي سڃاڻپ ڪرڻ ۽ ان کي ٻين آزاد قومن جي برابريءَ واري تاريخي حيثيت، دليلن سان ثابت ڪرڻ

واري حوالي سان سيد کي پيغمبر وارو مقام ڏيندو هو. چوندو هو ته، اهي پيغمبرانه خوبيون آهن ۽ اهو سيد جي ڏاهپ ۽ دانائيءَ جو ڪمال آهي. جوهي مختلف ذاتين ۽ قبيلن ۾ ورهايل وڻ وڻ جي ڪاٺي قوم، اڄ قومن جي صف ۾ بيهڻ جي حقدار ٿي آهي ۽ قومن جي سڃاڻپ وارن بنيادي نڪتن وارا ڪيس بنياد حاصل ٿيا آهن. سائين جي. ايم. سيد جي سموري سياست سان سهمت هوندي، سيد جي ورڪر طور ڪم ڪندي به ڪيس ان ڳالهه جي شڪايت هوندي هئي ته سيد تنظيم ڪاري نه ڪري سگهيو آهي ان ڳالهه جي مد نظر هو سنجيده قسم وارن پروگرامن ۾ سدائين ان ڳالهه تي زور ڏيندو هو ته سيد کي جيڪي ڪجهه ڪرڻو هيو اهو ڪري ويو، هو سنڌي قوم کي پنهنجي سڃاڻپ ڏياري ويو آهي. هاڻ سنڌسڻ ڏسيل وات تي هلندي منزل ڪٿين ماٿجي، ان لاءِ ڪارڪنن کي غور ويچار ڪرڻ گهرجي. پيشي واري لحاظ کان وڪيل هئڻ ڪري سنڌ بابت هر ڪيس کي پاڻ هڪ ماهر وڪيل واري اک سان ڏسندو ۽ پرکيندو هو. ضياءُ الحق جي دور ۾ جڏهن سائين جي. ايم. سيد هندوستان ويو ۽ اتي وزيراعظم هنڌ راجيو گانڌي سان ملاقات دوران سنڌس ان چوڻ تي ته "آءُ اوهان جي ڪهڙي مدد ڪريان "سيد صاحب ڪيس چيو هيو ته "توهان صرف ايترو ڪريو جو سنڌين کي هڪ غلام قوم طور تسليم ڪريو" ۽ اها ڳالهه هندستان جي وزيراعظم قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو هيو. سيد صاحب واري ان حڪمت عمليءَ کي چاچي حفيظ کان سواءِ ڪنهن به ڪونه سمجهيو هيو. ان وقت جڏهن اڪثر ماڻهن ان ڳالهه جو اظهار ڪيو پئي ته "سيد کي هيئن ڪرڻ کپندو هو، سيد کي هي هي وٺڻ گهريو هيو." تڏهن قريشي صاحب ان ڳالهه جو اظهار ڪيو هو ته "جيڪڏهن سنڌي هڪ غلام قوم طور ظاهر ٿي پون ۽ ڪجهه ملڪن پاران سنڌن اها حيثيت مڃجي وڃي ته پيو ڇا گهرجي."

ڪميونسٽن تي سنڌس سخت ڪاوڙ هئي ۽ ان جو اظهار به برملا ڪندو هو سنڌس موقف هيو ته انهن رڳو ويڙهائڻ وارو ڪم ڪيو آهي اهي قومن سان ڪڏهن به سچا ناهن رهيا. ان حوالي سان سنڌ جي ناليوارن ڪميونسٽن پاران ڪيل حرڪتن جا ڪيترائي مثال بنهه تيز ۽ ترش لهجي ۾ بيان ڪندو هو. ڪميونسٽن وارين حرڪتن ڪيس ايترو ته خائف ڪيو هيو جو ڪيس هر ماڻهو ۾ ڪميونسٽ هئڻ جو شڪ ٿيڻ لڳندو هو. ايتري قدر جو مون جڏهن ماهوار جياپو لاءِ سنڌن کان انٽرويو ڪيو ۽ اهو اداري جي پاليسيءَ کي نظر ۾ رکندي مختصر ڪري هلايم ته اها ڳالهه ڪيس سٺي نه لڳي ۽ مٿان وري رسالو ڪيس پهچائڻ ۾ دير ٿي ويئي ته مون کي هڪدم چٺي ڏنائين. لڳي ٿو ته" توکي به ڪميونسٽن جي لغارڙي لڳل آهي قريشيءَ کي چاپٺو به صحيح ناهي ۽ وقت تي پهچائٺو به

ناهي. ٻيا پل پڙهڻ پر قريشيءَ کي پتو نہ پوي." اهو شايد ان ڪري بہ هيو جو وڏن وڏن ڪميونسٽن کان وٺي ڄام ساقي ۽ ٻين سنڌ جي نوجوان ڪميونسٽن ٻاران ڪيل ڪارگذارين جو پاڻ اکين ڏٺو شاهد هو. ان ڪري قريشيءَ صاحب هر ممڪن طريقي سان ڪميونسٽن جي حرفتن ۽ اٽڪلن کي واڪو ڪندو رهندو هو. پاڻ ڪميونسٽن لاءِ چوندو هيو." هڪڙا آهن. ڪميونسٽ ۽ ٻيا وري منافق آهن." ۽ انهن ڪميونسٽ خيال رکندڙ منافقن جي وضاحت ڪندي چوندو هو. تہ "انهن ٻاران ٻاهران سنڌ جي ڳالهہ پيئي ٿيندي ۽ اندران پير ٻيا نڪرندا." ڪميونسٽن ۽ انهن جي حوارين جي ڪارڪردگيءَ منجهان نظر اچي ٿو تہ اهي ويٺا پلي ڪٽي بہ هجن پر ور وڪڙ ڏيئي گهمائي ڦيرائي سنڌ جي آزاديءَ جي مخالفت ضرور ڪندا. حقيقت اها آهي تہ سوويت يونين جي تباهي ۽ ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جي بربادي‌ءَ ڪانپوءِ مختلف جماعتن ۾ ويٺل ڪميونسٽن جا همدرد ۽ هڏ ڏوکي، جيڪي قوم پرستي جهڙيون ڳالهيون ڪندي بہ، پنهنجي اصليت ۾ ڪميونسٽ هئا اهي ڏاڍو محتاط ٿي ويا. هاڻ اهي پنهنجي ڳالهہ ظاهر ٿي چوڻ بجاءِ وڏي احتياط ۽ هوشياريءَ سان ڪن ٿا. ايتري حد تائين جو اهي هاڻ انسان دوستيءَ، انساني برابريءَ جهڙا اصطلاح بہ پنهنجي مخصوص مفاد لاءِ استعمال ڪن ٿا. قريشي صاحب اهڙين ڪميونسٽن کان هوشيار ڪندي اسان کي ٻڌائي ويو آهي تہ اهي اوهان کي چوندا تہ " ڪالا باغ ڊيم نہ ٺهي، سنڌ جا اقتصادي وسيلا وغيرهہ سنڌ کي ملڻ گهرجن پر سنڌ آزاد (ڏار) نہ ٿئي" چاڪاڻ تہ انهن کي اصل ۾ سنڌ جي آزادي جي مخالفت ڪرڻي آهي.

اسين قريشي صاحب ٻاران مٿئين قسم جي ڪيل نشاندهيءَ جي روشنيءَ ۾ جيڪڏهن سنڌ جي وايو منڊل ۾ سنجيدگي ءَ سان نظر ڦيرائي ڏسندا سين تہ اسان کي اهڙا ڪيترائي ڪميونسٽن جا همدرد ۽ نام نهاد قوم پرست نظرايندا. جيڪي سنڌ جي حقن حاصل ڪرڻ، سنڌ کي وسيلا وٺي ڏيڻ، ايتري حد تائين جو ١٩٤٠ع جي قرارداد پاڪستان جي بنياد تي سنڌ جي حيثيت جو يقين ڪرڻ جي ڳالهہ تہ وڏي واڪ ڪندي نظرايندا پر سندن انهن ڪوششن ۽ دعوائن جي پٺيان ڪٿي سڌي طرح تہ ڪٿي اڻ سڌي طرح اهو تاثر ڏيڻ هوندو آهي تہ مٿيون سڀ ڪجهہ حاصل ٿي وڃي تہ سنڌوديش جي ڪهڙي ضرورت آهي.

انسان جي برابري ۽ ڀلائيءَ جهڙا الفاظ اصل ۾ ڪميونسٽ فلسفي وارن پنهنجي مخصوص مفادن لاءِ پئي استعمال ڪيا آهن.انهن پاڻ پلي کهڙا بہ ڪڏا ڪم ڪيا هجن، پارٽي پاليسي ۽ پارٽي پروگرام جي نالي ۾ مخالف خيال رکندڙ ان ساڳي ئي انسان مٿان ڪيترا بہ ظلم ڪيا ويا هجن اهو ڪميونسٽن جو شيوو رهيو آهي. سوويت يونين USSR توڙي ڪميونسٽ پارٽي آف چائنا

جي تاريخ اهڙن ڪيترن ئي مثالن ۽ ڪارنامن سان ڀري پئي آهي. جن جو هاڻ آهستہ آهستہ ئي اصل رنگ ظاهر ٿيڻ لڳو آهي مڪر فريب وارين اهڙين حرڪتن (جن جو قريشي صاحب ڀهرين ڏينهن کان مخالف هيو) کان سنڌ بہ بچي نہ سگهي آهي. سنڌ اندر سواءِ چند شخصن جي، هتان جو ڪميونسٽ سنڌ جي قومي مفادن جو مخالف پئي رهيو آهي. جيڪڏهن قومي دٻاءَ سبب سڌي طرح نہ تہ اڻ سڌي طرح مخالفت ضرور ڪئي اٿائين جيڪا ڪميونسٽن جي مرڪز USSR جي برباد ٿيڻ ڪانپوءِ بہ اڃان تائين ڪنهن نہ مشڪل ۾ هلندڙ آهي. اصلي جيڪڏهن پيو ڪجهہ نہ تہ ڪري سگهن تہ انسان جي برابريءَ جي نالي ۾ قومي ڳالهہ کي ضرور ڪتري هٿندي نظر اچن ٿا. مثلاً جيڪڏهن ڪنهن کي چئبو بابا سنڌ آزاد ٿيڻ گهرجي، سنڌوديش وجود ۾ اچڻ گهرجي، تہ اها ڳالهہ تہ جڻ ڪين ڪنڌ تي ڪاتيءَ ٿي پوندي.

قومي آواز، قومي جدوجهد، غلاميءَ جي ڪيفيت اهي ڳالهيون هاڻ ايتريون تہ وزندار ۽ حقيقتن سان ٺهڪندڙ ٿي پيون آهي جو پوءِ اهڙا ڏيندڙا مٿين عالم آشڪار حقيقتن کان سڌي طرح انڪار بہ نہ ڪري سگهندا. ۽ سنڌوديش جي ڳالهہ بہ نہ ڪري سگهندا. اهڙي حالت ۾ لڳندا معاملن کي گهمائڻ ڦيرائڻ، چيءَ سنڌ کي سمورا حق ملڻ گهرجن، سنڌ جو قومي وجود قبول ٿيڻ گهرجي، سنڌ کي برابريءَ واري حيثيت ملڻ گهرجي. سنڌ کي ۱۹۴۰ واري قرارداد موجب حق ملن. هاڻ اهي مٿي ذڪر ڪيل دعوائون ۽ ڪجهہ اهڙا مثال ۽ مطالبا آهن جن کان ڪوبہ ذي فهم انڪار تہ ڪونہ ٿو ڪري سگهي نہ وري ڪو ائين چوندو تہ مٿي ذڪر ڪيل مطالبا جو ٿا پورا ٿين، نہ ٿين. ڇاڪاڻ تہ انهن منجهان ڪو نقصان آهي. ائين بہ ڪونهي. اها ڪميونسٽ لابيءَ جي وڏي هوشياري ۽ دانشمندي آهي پر اهڙين آڇن ۽ ڪوششن پويان اصل راز اهو لڪل آهي تہ جيڪڏهن گهڙي کن لاءِ اهو ڪٿي ميجي بہ تہ مٿيان سڀ مطالبا پورا ٿي وڃن ٿا پوءِ ڇا ؟ اهڙي سوال تي انسانيت واري خدمت جي آڙ ۾ قومي تحريڪ کي ڌڪ رسائيندڙ ڏيندڙن جي پت وائڪي ٿيو پوي. ڇاڪاڻ تہ انسان جي خدمت (هاڻ سڌي طرح ڪميونزم چوڻ کان لهرائندي) واري دعوا ڪندي اصل ۾ قومن جي جدا گانہ وجود يعني حق علحدگي کان انڪار ڪرڻ آهي. ان ڪري هو پيو سيو ڪجهہ چوندا رهون ٿا. پر سنڌ جي معاملي ۾ سنڌوديش چوڻ لاءِ ڪڏهن بہ تيار ناهن. حقيقت ۾ اهو انڪار وطن جو فلسفو آهي. جنهن موجب ائڊيالاجي کي اوليت آهي. ڌرتيءَ کي ثانوي حيثيت. جيئن کي ڪميونسٽڙا ڪڏهن ڪڏهن ۽ ڪٿي ڪٿي ظاهر ڪري وجهندا آهن تہ اسين سنڌ جي ڳالهہ ، ان جي حقن لاءِ جدوجهد انڪري ٿا ڪريون جو هيءَ بہ هڪڙي مخلوق آ. جنهن سان ويڌن آ. ظلم پيو ٿئي. اصل ۾ اسين

آهيون انسانيت جا علمبردار، انسان ذات جي خدمت ڪرڻ اسان جو آدرش آهي.
ان جو مطلب تہ اهوئي ٿيو، جيڪو چاچي حفيظ قريشيءَ، محترم رسول بخش پليجي پاران قومن جي وجود بابت باربار مائوزي تنگ ۽ لينن جا حوالا ڏيڻ تي حارمنجهان ڪيس چيو هيو تہ "پليجا صاحب جيڪڏهن لينن ۽ مائو اهڙيون ڳالهيون نہ چون ها تہ پوءِ، سنڌ جي ڳالهہ نہ ڪجي ها ڇا؟" ان معاملي تي قريشيءَ صاحب تہ ايترو ڪليئر هيو جو چوندو هيو تہ مون کي جيڪڏهن "حديث ڏيکاري وڃي تہ محمد رسول الله چيو آهي تہ سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ نہ هلائي وڃي تہ بہ آءٌ تحريڪ هلائيندس"

هتي بہ ساڳي ڳالهہ آهي تہ جيڪڏهن اڄ انسانيت جي تقاضا اها نظر ٿي اچي تہ مظلوم سنڌين جي ڳالهہ ڪئي وڃي تڏهن ٿي ڪجي پر انسانيت جو فلسفو تہ وسيع تناظر وارو آهي. ان موجب جيڪڏهن اڪيٽي هلي هن خطي اندر ڪي اهڙيون من پسند تبديليون اچي وڃن ٿيون تہ پوءِ انسان ذات جي وسيع تر مفاد جي مدِنظر سنڌ تان بہ هٿ ڪشڻو پوندو ڇا؟ اهو هڪ بنيادي ۽ اهم سوال آهي ڇاڪاڻ تہ انسانيت جي علمبردار ڪميونسٽن ، انسانيت جي نالي ۾ ڇاڇا نہ ڪيو آهي، اهي ڳالهيون هاڻ ڪنهن جي لڪائڻ جي باوجود لڪي نہ سگهيون آهن. پر اسين رڳو هتان جي برصغير وارين حالتن کي ڏسنداسين تہ جنهن وقت انڊين نيشنل ڪانگريس، هندستان خالي ڪريو جو نعرو ڏيئي ملڪ جي آزاديءَ جي جدوجهد شروع ڪئي تہ انسان دوست، ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا، ان جي ڀرپور مخالف ڪئي، اها آخري وقت تائين جاري رهي. اهوئي سبب آهي تہ جڳ مشهور محب وطن (ڪميونسٽ پڻ) رهنما، ڪيرت ٻاٻاڻي لکيو آهي تہ "ڪميونسٽن پاڪستان کي جنم ڏيڻ جي ڪم ۾ دائيءَ جو رول ادا ڪيو" (ڪتاب ڪجهہ ٻڌاير، ڪجهہ لکاير ص. ١٣٣) اهڙي ريت نہ رڳو انهن هندستان جي آزاديءَ جي مخالفت ڪئي پر ملڪ جي غير فطري ورهاڱي جي حمايت ڪرڻ ڪري اهي ڪيرت ٻاٻاڻي جي لفظن ۾" هن اپکنڊ جي راڄنيتي جي بدترين درگهٽنا جا ڀاڱي ڀائي بڻيا" (ص١٣٣) ان ڪانپوءِ بہ هن خطي ۾ جڏهن پنجابين، پنهنجي هڪ هٽي قائم ڪرڻ لاءِ ون يونٽ وجود ۾ آندو، ۽ سنڌ جي محب وطن ماڻهن ون يونٽ خلاف جدوجهد پئي ڪئي، تڏهن بہ هتان جي ڪميونسٽ پارٽي عالمي انسانيت واري اثر هيٺ ون يونٽ جي حمايت ۽ هتان جي مظلوم ۽ محڪوم قومن جي جدوجهد جي مخلفت ڪئي هئي. ون يونٽ ٽٽڻ کانپوءِ جڏهن مظلوم بنگالن مڙسي ڪري پنهنجي جند آزاد ڪرائڻ گهري تڏهن هتان جي سياستدانن جي صلاح سان فوج اوڀر پاڪستان (هاڻ بنگلاديش) ۾

(١) سيد، جي. ايم. سنڌ جي ڪهاڻي، سيد جي زباني. ص. ٨٦

قتل عام شروع ڪيو. تڏهن عالم انسان جي دعويدارن، مار جندڙ مظلومن (جهڙوڪ اهي انسانيت واري دائري ڪان ٻاهر هجن) بنگالين جي حمايت تہ نہ ڪئي پر موراڳو مخالفت ڪئي هئي. تہ اهو انسانيت جي مجموعي مفاد جي آڙ ۾ هتان جي ڪميونسٽن جو پراڻو ڏنڊو پئي رهيو آهي. قومي آزادي واري جدوجهد جي مخالفت ڪرڻ. اڄ بہ سنڌ اندر سائين جي. ايم. سيد جي ڏسيل سنڌوديش واري فڪري جي ڪٿي ظاهر تہ ڪٿي ڳجهہ ڳوهہ ۾ مخالفت ٿي رهي آهي ان جو هڪڙو بنيادي ڪارڻ آهي سو اهو تہ هتي ڪميونسٽ ۽ ٻيا انهن جا ساٿياري ڌرتيءَ ڪي اوليت نہ پر آئيڊيل يا آئيڊيالاجيز کي اوليت ڏيندا رهيا آهن. اهو واحد ماڻهو جي.ايم.سيد آهي جنهن آئيڊيالاجي واري خيال کي رد ڪندي ڌرتيءَ کي ڌر بنايو ۽ ان جي فڪر ۽ مفاد کي اوليت ڏني جنهن جو ذڪر ڪندي قريشي صاحب لکي ٿو، "هن ملڪ (پاڪستان) ۾ جيڪي رائج الوقت آئيڊيالاجيز آهن انهن ۾ هڪڙو ڪميونزم، ٻيو اسلام انهن ٻنهي ۾ زميني ٽريٽوريل نيشنلز جيڪو آهي، اهو ڪونهي يعني ڌرتي ڌر ناهي، آئيڊيل ڌر آهي" سائين جي.ايم.سيد جو ڏنل اهو ڌرتي ڌر هئڻ وارو فڪر ئي هيو، جنهن جي حاصلات لاءِ سائين جي.ايم.سيد آزادي سنڌوديش" جو تصور ڏنو. جنهن جي مونجهاري ڪان بچڻ لاءِ ڀاڻ، سنڌ ۽ سنڌوديش جي لفظن جي دليلن سان وضاحت ڪندي لکيو اٿن. "سنڌو ديش جي معنيٰ سنڌو طاس جي موجوده سنڌ ملڪ واري ايراضي آهي. ان ملڪ هزارن ورهين ڪان پنهنجي عليحده حيثيت قائم رکي آهي. سنڌ ۽ سنڌوديش ۾ تفاوت اهو آهي تہ سنڌ ۾ ساري انڊس ويلي وارو ملڪ اچي وڃي ٿو. پر سنڌو ديش ۾ صرف موجوده سنڌ جي (ايراضي) آهي (۱) سيد صاحب جي پيش ڪيل متئين تفصيل جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي سياسي وايون منڊل ۾ ٿيندڙ چرپر بابت غور ڪرڻ سان خبر پوي ٿي تہ حوفتي ماڻهو سنڌين سان ٿيندڙ ظلمن، سنڌ جا حق، ايتري قدر جو ڪڏهن ڪڏهن سنڌ جي آزاديءَ جهڙا پڻ جملا استعمال ڪرڻ لاءِ تيار آهن پر سنڌوديش جو نالو وٺڻ ڪان وٺون ٿا وحن، اهو انڪري جو، سائين جي.ايم.سيد جي لفظن ۾ "سنڌوديش جي نالي وٺڻ سان اسان جو مقصد ان خطہ زمين جي سياسي آزادي اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقي ٿئي ٿي جا هن وقت صوبي سنڌ تي مشتمل آهي" (ساڳيو حوالو)

سائين جي.ايم.سيد متي ذڪر ڪيل مقصد لاءِ زندگي جي آخري وقت تائين جدوجهد ڪندو رهيو. پر ان جو اهو بہ مطلب ڪونهي تہ ڀاڻ عالم انسانيت بابت سوچيندڙ ۽ جدوجهد ڪندڙ نہ هيو. اهو غلط ٿيندو. سائين جي.ايم.سيدجو تہ هڪڙو اصطلاح مشهور هيو "امن عالم ترقي بني آدم" جنهن لاءِ پڻ بار بار

(۱) سيد، جي. ايم. سنڌ جو آواز. ص. ۱۱۷

پنهنجي لکڻين ۾ ورجاءُ ڪندو رهيو. ايتري قدر جو سوويت يونين جي زوال کانپوءِ جڏهن دنيا اندر نئون عالمي نظام جوڙڻ جو ڳالهيون ٿي رهيون هيون تڏهن به سيد صاحب ١٧ جنوري ١٩٩٢ع واري سالگره جي موقعي تي پنهنجي تقرير ۾ اها ڳالهه واضع لفظن ۾ چئي هئي ته "هن وقت دنيا جنهن ائٽمي تباهڪاريءَ جي خطري کان بچڻ گهري ٿي ۽ دائمي امن، اتحاد يائيچاري ۽ بقائي باهمي (Co-existance) جي جنهن ضرورت کي محسوس ڪري رهي آهي، ان کي صرف ۽ صرف مٿي ڄاڻايل تجويز (دنيا جي ملڪن جي نئين سر جوڙ جڪ جنهن ۾ سنڌ ۽ ٻين غلام ملڪن جي آزادي جون ذڪر ٿيل آهي) موجب ممڪن بنائي سگهجي ٿو (١)

سيد پنهنجي ان بنيادي مشن "امن عالم، ترقي بني آدم" واري فلسفي کي پڻ سنڌو ديش جي آزاديءَ واري تناظر ۾ ڏسندو هيو ڇاڪاڻ ته سنڌس فلسفي موجب اوليت ۽ اهميت ڌرتي ڌر هئڻ واري ڳالهه کي آهي. ان سلسلي ۾ پاڻ هڪ هنڌ لکيو اٿن "جيستائين مختلف سياسي، اقتصادي، مذهبي نظرين جي اختلاف مٽائڻ لاءِ حل ڳولي نه ڪڍيو ويو آهي، دنيا ۾ دائمي امن ۽ اتحاد ٿيڻ مشڪل ٿيو نظر اچي انهيءَ حل ڳولي لهڻ لاءِ، خاص ماحول ۽ تاريخي روايتن هيٺ ذهني تربيت جي حاصلات لازمي شرط آهي. انهيءَ مشن جي سرانجاميءَ لاءِ سنڌو ديش جا رهاڪو زياده موزون آهن (دريا دل داستان محبت ٣٥٧ اهائي ساڳي عالم انسانيت جي ڀلائي ۽ پنهنجي قوم جي بهتريءَ واري ڳالهه پڻ حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي هيئين شانداز لفظن ۾ عاليشان انداز سان ڪئي آهي

سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين

يعني اول پنهنجو ملڪ، پهريا پنهنجو وجود، ان کانپو سڄي دنيا جي سک آرام جو اونو ۽ التجا. پر هتي ڪر ڪنڌڙ ڪميونسٽ (جيڪي هاڻ نه جي برابر آهن) ۽ انهن جا همدرد ۽ سندن حواري (جيڪي ڪافي تڙيا پکڙيا پيا آهن ۽ ڳجهه ڳوهه ۾ پيا ڏک هڻن) جن جو فلسفو ئي انڪار وطن وارو آهي. اهي وري عالم انسانيت جهڙن دلفريب نعرن سان آزاد سنڌوديش جي وينا مخالفت ڪن. قريشي صاحب اهڙن ماڻهن کان خبردار ڪندي چوي ٿو " هاڻ اڳي ته هو جي.ايم.سيد جيڪو ڪميونسٽن کي روڪيو وينو هو اهو مري ويو. اوهان جي قومي تحريڪ ۾ جيڪي ڪميونسٽ گهڙي ايندا انهن کان اوهان ڪئين بچي سگهندؤ اهي اوهان کان ڏاها هن ، اوهان کان پڙهيل هن. بين الاقوامي نظرياتي طرح سان هشيار بند هن. اهي اوهان کي چوندا ته سنڌ لاءِ ٻيو سڀ ڪجهه ڇنو (گهرو) پر سنڌ جي آزادي نه " قريشي صاحب جي اها ڳالهه ائين آهي جهڙو

ڏهوسون.

سيد جي وٺي ڪانپوءِ هت وٺي سنڌ جي وايون منڊل ۾ آهي بحث شروع
ڪيا ويا. پلا جي سنڌ کي خود مختياري ملي وڃي ته پوءِ سنڌوديش جي ڪهڙي
گهرج آهي. پلا سنڌوديش جو ضروري آهي؟ جيڪڏهن سنڌ کي ساورنٽي ملي وڃي
ته پوءِ پيو ڇا گهرجي؟ ڪي ته سنڌوديش واري راهه ۾ رڪاوٽون وجهڻ لاءِ
موراڳو ان ڪوشش ۾ آهن ته پياري پاڪستان کي گهڻ قومي رياست Multi
nation اسٽيٽ واري حيثيت ڏيارجي ۽ ان ۾ شامل قومن جي تاريخي حيثيت
ميرائجي ته جيئن شامل قومن جي وچ ۾ بد اعتمادي ختم ڪرائي موجوده سيٽ
اپ کي برقرار رکي سگهجي اهڙي ريت اهي همراهه اهو جتائڻ ۽ باور ڪرائڻ جي
ڪوشش ۾ آهن ته پاڪستان ۾ جتي قومن جي وجود جو انڪار ٿيل آهي اتي
قومن جي وجود کي ميرائڻ ۽ بحال ڪرائڻ ڪائي گهٽ ڪاميابي آهي ڇا؟

سندن اها ڳالهه به لکن جو مٽ پر اها لکن واري ڳالهه ملڪ جي آزاديءَ
جي برابر ڪيئن ٿي. ٿي سگهي سا ڳالهه سمجهه کان ٻاهر آهي! اهو ته ائين ٿيو
جيئن قيدين کي چيو وڃي ته "بابا جيل (جنهن جو اصلي نالو دارالاصلاح آهي)
جي مخالفت نه ڪيو باقي جيل مينيوئل وارا سمورا حق اوهان کي ملندا." اهڙي
ريت محڪوم قومن کي سمورا وسيلا ۽ حق ونرائي ڏيڻ ۽ قومي خود مختياري
حاصل ڪرڻ جهڙيو ڳالهيو ڪندي قومن جي نا برابري ختم ڪرائڻ ۽ برابريءَ
جي بنياد تي ويجهو آڻڻ وارين پُر فريب ڳالهين ۾ مصروف آهن پر ائين ٿيڻ نا
ممڪن آهي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن جانور گاهه سان دوستي رکي ته باقي کائيندو
ڪتان.

حقيقت ۾ اهو هڪ اهڙو تصور آهي جيڪو سابق سوويت يونين واري دور
۾ گهڻ قومي رياست Multination states واري طرز تي قومي سوال
جي حل طور پيش ڪيو ويو ٿو. جنهن جي مثال ۾ گهڻن قومي رياستن واري
حوالي سان سوويت يونين جو خاص طور تي ذڪر ڪيو ويندو هو. اهو تاثر ڏيڻ
لاءِ ته اتي اهڙي ئي نموني برابري جي بنياد تي مسئلو خوش اسلوبيءَ سان حل
ٿيو پيو آهي پر وقت اها ڳالهه ثابت ڪئي ته اهو سيڪجهه دوکو هيو جنهن دوکي
منجها موقعي ملڻ تي آخر غلام قومون آزادي ٿي ويون. ١٩٨٠ع واري ڏهاڪي ۾
پڻ ڪميونسٽن پاران پاڪستان کي گهڻ قومي رياست وارو درجو ڏياري سنڌجي
ڪيس کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ هڪ. مهم هلي هئي جنهن کي جواب ڏيندي محترم
خالق دليلن سان ثابت ڪيو هيو ته "پاڪستان تاريخ جي فطري عمل ذريعي نهيل
گهڻ قومي رياست ڪانهي پر وقت جي سڀ کان وڏي سامراج انگريزن پاران

(١) خالق. قومي غلامي: قومي سوال يا پيٽڪي سوال. ص. ٩

نندي ڪند مان تيز ويڙهڻ وقت پنهنجي مفادن خاطر قائم ڪيل ملڪ آهي. جنهن ڪري اسان جي نظر ۾ سنڌ جو سوال ڪلاسيڪل مفهوم ۾ بينڪي سوال آهي"(١) ظاهر ڳالهه آهي ته جڏهن ڪنهن ملڪ جي بينڪي (قبضي هيٺ ايل) ملڪ واري حيثيت هوندي ته ان جي ڇوٽڪاري لاءِ ڳالهيون به اهڙي نموني جو ٿينديون، نعرا به اهڙي قسم جا لڳندا سوويت يونين جي ختم ٿي وڃڻ کان پوءِ ظاهر آهي ته اهڙي قسم جا سوال به ختم ٿي ويا. هتان جا ڪامريڊ ۽ انهن جا حواري به ڪي ڪيڏانهن ڪي ڪيڏانهن هليا ويا . جن جون ڪڏهن ڪڏهن ڪي جهلڪيون نصيب ٿينديون آهن "جن جو اڄ به ڳن کهاڙي ساڳيو" وارو عمل آهي، معنيٰ ته قريشي صاحب جي ڳالهه وانگر سندن اصل مطلب (يا رکيل ڪم) آهي ته سنڌ جي آزاديءَ جي ڳالهه نه ٿئي، سنڌو ديش جو ذڪر نه ٿئي. باقي ٻيو هيڏانهن هوڏانهن جو جيڪي ڪجهه به ٿئي پلي ٿئي ۽ اهڙيو ڳالهيون هلائيندڙ قريشي صاحب جي چوائي برابر وڏا هوشيار آهن، پڙهيل ڳڙهيل آهن، سندن سموري سگهه جو مرڪزي نڪتو اهوئي آهي ته، ٻيو جيئن چئو پر سنڌو ديش نه چئو، پوءِ ان لاءِ ڪيئي دليل پيا پيش ٿين. ڪڏهن دنيا ۾ اٿڻ ويهڻ جي ڳالهه، ڪڏهن ان لفظ جي اچارڻ سان ڪيس ڪمزور ٿيڻ جو پئه، جڻ دنيا جي ٻين غلام ملڪن جي آزادي پسند اڳواڻن به اهڙيون ئي خبرون ڪيون هجن قريشي صاحب سنڌ وارن کي اهڙين حرفتن کان بار بار هوشيار بي ڪيو. سندس اهڙيون ڳالهيون وسرڻ جهڙ يون نه آهن. سچ چيو آهي حاجي احمد ملاح:

"مڙس تنهنجي ڪا وڃي باقي دنيا ۾ ڳالهه رهندي"

متي ذڪر ڪيل صورتحال ۾ اهو چاچو حفيظ قريشي ئي هيو جيڪو نه رڳو حق ۽ سچ جون ڳالهيون ٻڌائيندو هيو پر قوم کي نقصان رسائيندڙ ڏرين ۽ مستقبل ۾ پيدا ٿيندڙ مونجهارن کان پڻ آگاهي ڏيندو ديو. سندس قصي بيان ڪرڻ ۽ سمجهائي ڏيڻ جو انداز پڻ نرالو هيو. جنهن ۾ سولن ۽ عام فهم مثالن سان دقيق قسم جا سياسي ۽ فلسفيانه معاملا سولي نموني ۾ سمجهائڻ جي ڪ س وڏي ذات هوندي هئي، مثلاً جڏهن سنڌ اندر پنجاب کي وڏي ياءُ سڏڻ ۽ ان ناتي انصاف گهرڻ جهڙيون ڳالهيون هلنديون هيون تڏهن ياڻ هڪ جلسي ۾ پنهنجي گهر جو مثال ڏيندي چيائين "آءُ جو هڪ ڏينهن گهر وڃان ته مون وارو نندو پٽ ڪٽ جي هيٺان ڪند ۾ ويٺو ٻوڙ ماني کائي، مون کيس چيو ته بابا اهو چاهي، چو ڪٽ هيٺان لڪو ويٺو آهين." چيائين ته "ادا وڏو ٿو چوي ته اڄ ته ٻوڙ گڏائي کائون، آءُ جڏهن ائين ٿو ڪريان ته ادا ٻوٽيو سڀ پاڻ کائي ٿو وڃي، سو مان ان سان گڏجي نه کائيندس" اهڙوئي حال پنجاب جو آهي هو وڏائپ جي دعوا

(١) تاج، جويو. ڪوڙين ڪن سلام. نئين سنڌ پبليڪيشن ڪراچي ڪتاب پهريون.

ڪيو سڀ مال پاڻ ميڙيو وڃي.

سيد سان سندس والهانہ عقيدت هوندي هئي، ۽ ان جي پيش ڪرڻ جو انداز بہ نرالو هوندو هوس. جيئن هڪ پيري پاڻ سيد جي جدوجهد ۽ قربانين جو ذڪر ڪندي چيو هيائين "سيد تون مسيح آهين، جڏهن بہ سنڌ تي ڪا ڪُمهري تڪليف آئي آهي، تہ تون ئي صليب تي چڙهيو آهين. سيد ! تون ابن علي آهين، جڏهن بہ سنڌ تي ڪا ڪربلا آئي آهي، تہ تون ڪُنو ويو آهي"(١)

هڪ ٻئي جلسي ۾، سيد جي اهميت ۽ حيثيت بابت ڳالهائيندي، اوچتو چيائين، "شاهہ ڪو ماڻهو آ ڇا؟" جلسي ۾ وينل نوجوانن هڪ ٻئي ڏانهن تعجب خير نظرن سان ڏسڻ شروع ڪيو. ٻي مهل قريشي صاحب جو گرجدار آواز پنڊال ۾ چوطرف گونجڻ لڳو. "شاهہ عام ماڻهون تورونئي آهي، شاهہ پيغمبرانہ صفتن جو مالڪ آهي."

قريشي صاحب جي فڪر ۽ جدوجهد جو گهرو مطالعو ڪرڻ منجهان معلوم ٿئي ٿو تہ سندن زندگي جي سموري جدوجهد جو محور سنڌ ۽ سيد بابت سوچ ۽ لوچ تي مبني هيو. ان ڪري سندن مواد ۾ ڪيترن ئي جاين تي نہ رڳو هڪ جهڙيون ڳالهيو بلڪہ سيد جي حوالي سان ساڳين ساڳين جو ورجاع پڻ ملي ٿو.

قريشي صاحب آزاديءَ جو عاشق تہ ازل کان ئي هيو. جنهن ڪري انگريزن خلاف هلندڙ جدوجهد دوران شاگرديءَ واري دور ۾ ئي حصو وٺندو رهيو هيو. سياسي شعور ۾ پختگي ايندي ئي انگريز بهادر جي خلاف ڪم ڪندڙ جماعت خاڪسار تحريڪ جو ورڪر ٿي ڪم ڪيائين. خاڪسار تحريڪ جي خاتمي کان پوءِ مير علي احمد خان ٽالپر طرفان نئين جماعت جوڙڻ واري سلسلي ۾ سڏايل هڪ ميڙ (جنهن جو قريشي صاحب پنهنجي زباني تفصيل ڏنو آهي) ۾ ڪنهن آڻ واقعف ماڻهوءَ معرفت ڪيس سائين جي.ايم.سيد جو خطبو ٻڌڻ جو موقعو مليو جنهن ۾، سيد صاحب سنڌين جي وجود جي سڃاڻپ ۽ سنڌ جي حيثيت جو جيڪو نقشو چٽيو هيو، ان ڳالهہ هن محب وطن شخص تي ايترو تہ اثر ڪيو، جو هن کان ٻيون سڀ ڳالهيون، ٻيا سڀ لڳ لاڳاپا ۽ واسطا ئي وسري ويا. ان وقت ئي هو سيد سان ملڻ لاءِ تيار ٿي ويو ۽ پوءِ جڏهن سيد جي محفل ۾ ويو تہ وري اتان واپس ورڻ جي نہ ڪيائين.

پيو جن پرو گنجي ڏونگر گام جو.
چڙي ڪيٿ ڪرو، لوچي لاهوتي ٿيا. (شاهہ)

سائين جي.ايم.سيد جي وفات کان ڪجهہ سال اڳ قريشي صاحب فرض واري حد تائين پنهنجو پاڻ اهو طئہ ڪيو هيو تہ، هر مهيني جي ١٧ تاريخ (١٧

جنوري سيد جو جنم ڏينهن آهي) تي سن وڃي سيد جي حاضري ڀرڻي آهي (ان ڪم ۾ محترم قاسم پتر سندس ساٿي ٿيو هيو) اهو ڪم قريشي صاحب هر حال ۾ پورو ڪندو آيو. هو جڏهن به مقرر تاريخ تي سن ويندو هيو تڏهن ڪائي نه ڪائي شيءِ سيد صاحب لاءِ تحفي طور کڻي ويندو هو. هڪ ڀيري ان ڳالهه جو ذڪر ڪندي چيائين، ”سيد جي دسترخوان تي ڪنهن قسم جي، ڪائي کوٽ ته ڪانهي، پر اسين به جو وڃون ٿا ته پنهنجو به ته فرض پورو ڪيون. ان سان دل کي تسڪين ملي ٿي“

سنڌ جي آزاديءَ واري حوالي کان هر لحاظ کان قريشي صاحب جو ذهن واضح ٿيل هيو. ياڻ آخري وقت تائين ان ڳالهه جو برملا اظهار ڪندو هو ته ”سنڌ هڪ ڏينهن ضرور آزاد ٿيندي“ جيتوڻيڪ سيد جي وفات کان پوءِ ڪيس اهي پڻ خدشا نظر اچڻ لڳا هئا ته سيد واري ان ڳالهه کي هاڻ ورجائڻ وارو شايد ڪوبه نه هجي ان سلسلي ۾ ڪليل طور تي چوندو هو ته ”سيد واري ڳالهه تمام وڏي آهي هتي هر ڪو اتڪل بازيءَ سان هلڻ جو عادي ٿي ويو آهي ان ڪري شڪ آهي ته اڳتي هلي ڪوبه اهڙي ڳالهه نه ڪري!“ اهڙي واضح مؤقف جي باوجود به قريشي صاحب کي سيد صاحب واري ڏنل فڪر بابت تاريخ جي روشني ۾ ايترو ته يقين هيو جو سدائين چوندو هيو ته ”سنڌي سڌريا يا نه سڌريا پر سنڌ ضرور آزاد ٿيندي پوءِ ان جو فائدو سنڌين کي تڏهن ئي پلئه پوندو جڏهن صالح ٿيندا (اها به سيد صاحب جي ڏسيل ڳالهه آهي) ورنه سنڌ ته آزاد ٿيندي، پر سنڌي آزاد ڪونه ٿيندا.

زندگي جي آخري وقت ۾ قريشي صاحب سائين جي.ايم.سيد سان وابستگيءَ سبب سن جو اهڙو ته پانديئڙو ٿي ويو هو، جهڙو مير عبدالحسين سانگي، لطيف جي عشق ۾ ڀٽ شاهه جو. ۽ سانگيءَ وانگر هن درويش کي به اها آس هئي ته جيئن جيئري ڏار نه رهيو آهيان مئيءَ پنوڙي کي به جيڪر سيد جو پاسو نصيب ٿئي ته چڱو. اهڙو اظهار سيد صاحب جي چاليهي واري تقريب ۾ خطاب دوران سيد سان گهاريل زندگي وارن يادگار لمحن جو ذڪر ڪندي ڪيو هيائين. ۽ بعد ۾ پنهنجي خاندان وارن کي پڻ اهڙي وصيعت ڪئي هئائين ۽ ان کان سائين امداد محمد شاهه کي پڻ آگاهه ڪيو ويو هو. پر نهايت افسوس جي ڳالهه آهي جو سائين امداد محمد شاهه جي ڪوشش جي باوجود قريشي صاحب جي خاندان وارن جي عدم دلچسپيءَ سبب سندس اها آخري خواهش پوري ٿي نه سگهي اڄ سنڌ جي آزاديءَ واري تحريڪ هلائيندڙن لاءِ اتساهه پيدا ڪرائيندڙ ۽ همت ٻڌائيندڙ بهادر ۽ بيباڪ سپاهي جو خال پرڻ وارو ڪوئي نظر ڪونه ٿو اچي. ان جو سبب کان وڏو نقصان آزاد سنڌ واري تصور جي روشنيءَ ۾ سفر ڪندڙ ماڻهن کي پهتو آهي ڇا ڪاڻ ته ڪو هڪڙو ماڻهو به جيڪڏهن آزاديءَ واري ورد جو

ورجاءِ ڪندو رهي ٿو تہ اها بہ وڏي ڳالھہ آهي. اياز سچ چيو آهي تہ،

هڪڙو ماڻهو ڪافي آهي، جي هو سچ چوي ٿو.

هڪڙو لک لهي ٿو.

چاچي حفيظ قريشي جون ڪيتريون ئي يادگار ڳالھيون آهن جن ڪي ميڙي چونڊي سنڌ واسين اڳيان آڻڻ جي ضرورت آهي ان ڳالھہ جي اهميت کي نظر ۾ رکندي جي. ايم. سيد فائونڊيشن هن ڪتاب کان ان ڪم جي شروعات ڪئي آهي .

هي ڪتاب ٻن حصن تي مشتمل آهي پهرين حصي ۾ چاچي حفيظ قريشيءَ جي شخصيت ۽ ڪردار بابت مختلف ماڻهن جا خيال ڏنا ويا آهن ۽ ٻئي حصي ۾ قريشي صاحب جو پنهنجو مواد ڏنو ويو آهي جيڪو سيد جي فڪر، سياسي جدوجهد ۽ ڪردار کي واضع ڪري ٿو. ان منجهان ئي قريشي صاحب جي سيد صاحب سان رشتن ۽ ناتن جو پتو پوي ٿو. اميد تہ اسان جو هي پريت جو پورهيو پڙهندڙن جي معلومات ۾ واڌارو آڻي سگندو.

طالب العلم

آزاد قــاضي

جولاءِ 2001

# حفيظ قريشي: جيئن مون ڏٺو

## شيخ اياز

**محترم شيخ اياز حفيظ قريشيءَ جي شخصيت ۽ سياست بابت مختلف ڪتابن ۾ لکيو آهي جن کي هتي مضمون جي صورت ۾ مرتب ڪري پيش ڪجي ٿو.**

حفيظ قريشي هڪ نهايت صاف گو ۽ مخلص انسان آهي. هو ڪيترو ئي وقت خاڪسار تحريڪ ۾ هو پر هاڻي هو سنڌ نيشنل عوامي پارٽيءَ جو پريزيڊنٽ آهي. سر سيد احمد خان چوندو هو ته "وہابی تين قسم کے ہوتے ہيں - وہابی. وہابی. کريلا اور وہابی کريلا اور نيم چڑھا." جي سنڌي قوم پرست به ائين ٽن درجن ۾ ورهايا وڃن ته حفيظ صاحب پوئين درجي ۾ ايندو.

حفيظ صاحب جو حالات جو تجزيو بلڪل منفرد هوندو آهي ۽ هو ٻئي ڪنهن جي قول کي پنهنجي گفتگوءَ ۾ ورلي ڪم آڻيندو آهي ۽ اهو به فقط رنگ روغن لاءِ. هڪ دفعي مان، حفيظ قريشي ۽ رسول بخش پليجو ڪار ۾ غالباً بدين وڃي رهيا هياسين. پليجي ڪارل مارڪس جو حوالو ڏئي چيو ته "آئرلنڊ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندڙ جيتوڻيڪ اشتراڪي نه هئا، پوءِ به اهي ڪنهن به انگريز اشتراڪيءَ کان بهتر هئا ڇو ته هو جيڪو سياسي ڪردار ادا ڪري رهيا هئا اُهو مارڪسوادي هو ۽ قومي آزاديءَ جي تحريڪ اُهي قوتون پيدا ڪندي آهي جي اڳتي هلي طبقاتي جدوجهد جي رهبري ڪنديون آهن." حفيظ صاحب ڪافي وقت کان کي صبر سان ٻڌي چيو، "پليجا صاحب! هڪڙي ڳالهه ته ٻڌايو. جي مارڪس ائين نه چئي ها ته اوهان ڪنهن به قومي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ اعتبار نه ڪيو ها ڇا؟".

حفيظ صاحب جڏهن تيار ٿي پلئٽ فارم تي ايندو آهي، تڏهن ٻڌندڙ هن جي ذهانت ڏسي حيران ٿي ويندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن هو منهنجيءَ شاعريءَ کان اهو سياسي ڪم وٺندو آهي، جو مان خود حيران ٿي ويندو آهيان. هن کي سنڌي ٻول چال، لٽي ڪپڙي، کاڌي پيتي ۽ رهڻيءَ ڪهڻيءَ سان بيحد محبت آهي ۽ هن کي جنهن شيءِ مان به سنڌ جي سڳنڌ ايندي آهي، هو ان تي گهوريو ويندو آهي. سنڌي پير هو اهڙي مزي سان کائيندو آهي جو ڄڻ اُهي به قومي تحريڪ جو حصو آهن. هو حيدرآباد جو هڪ ڪامياب وڪيل آهي پر مون هن ۾ مٿئين وچولي طبقي جي چند ڦوڪ. نٽ نانگر ڪڏهن به نه ڏٺو آهي. سادي لٽي

جي شلوار ۽ ململ جي چولي ۾ هو هزارها ماڻهن جي ميڙ کي پنهنجي آواز جي اُتار چڙهاوَ، ٻوليءَ جي سَاءَ سواد ۽ ذهانت جي چمڪ دمڪ سان موهي ڇڏيندو آهي ۽ ڪيترائي هن کي ڏسي مولانا محمد علي، ابوالڪلام آزاد ۽ عطا الله شاهه بخاريءَ جهڙا مقرر ياد ڪندا آهن. (ڪتاب "ساهيوال جيل جي ڊائري" ص - ٧٢ - ٧٣).

حفيظ قريشي ماضيءَ جي مزار ۾ نه رهندو هو ۽ سنڌ جي موجوده حقيقت سان پنج آزمائي جي.ايم.سيد جيَ رهنمائي هيٺ ڪندو هو......

حفيظ قريشيءَ کي پنهنجو مخصوص مزاج هو. هو ماڻهوءَ کي منهن تي چئي ڏيندو هو. هو قد جو پورو پنو، رنگ جو ڀورو، مٽاپي ڏي مائل شخص ۽ لٽي ڪپڙي ۾ سادو سودو هوندو هو. جمال ابڙي ٻڌايو ته "هڪ هو ۽ ڪجهه خاڪسار گڏجي، علامه مشرقي کان موڪلايوسين." ان تي علامه صاحب چيو، "اوهين سنڌ مان آيا آهيو، رڳو هڪ ڪلاڪ گفتگو ڪري هليا ٿا وڃو!" ان تي حفيظ کيس جواب ڏنو، "مولانا اسين وڃون ٿا ٻاهر عيش ڪرڻ." مولانا اهو ٻڌي چرڪ پريو. هُن پانيو ته هيرامنديءَ ٿا وڃن. خيرت مان هُن کان پڇيائين، "بابا، ڪهڙو عيش ڪرڻ؟" حفيظ جواب ڏنو، "سيب کائڻ، انار کائڻ، انگور کائڻ ۽ طرح طرح جو ٻيو ميوو کائڻ. ميوو کائي موٽي ٿا اچون."

هڪ ڀيري ڪنهن اڳئين مرڪزي وزير وٽ منهنجي دعوت هئي، منهنجي هن سان رسم و راهه هئي، سو هن کي هوٽل مان فون تي حال احوال ڪيم ته چيائين ته "منجهند جي ماني اچي مون وٽ کاءُ" مان هڪ ٻجي هن جي گهر پهتس. اُن وقت جيئي سنڌ تحريڪ پنهنجي چوٽ تي پهچي چُڪي هئي. حفيظ قريشي ساڳئي ڏينهن هاءِ ڪورٽ ۾ اپيل هلائڻ آيو هو. هن کي سُڌس پئي ته آءُ فلاڻي وٽ آهيان، سو اسان مانيءَ جي ميز تي ويناسين، ته اينٽري ۾ حفيظ قريشي ٻنان اطلاع جي اچي "السلام عليڪم" ڪيو. چيائين ته "توکي ڏاڍو ڀوليو اٿم، مون کي معلوم ٿيو ته ڪلهه کان تون ڪراچيءَ ۾ آهين!" مون حفيظ جو وزير صاحب سان تعارف ڪرائيندي، چيو ته "هيءُ آهي حفيظ قريشي صاحب! سنڌ جو بهترين مقرر آهي." وزير، جو ذاتي زندگيءَ ۾ خلوص ۽ مروت وارو شخص هو، پر سياسي زندگيءَ ۾ کيس رُڪ جو رڳون هونديون هيون، ۽ ماڻهو ڪيرڙ کان ڪارونجهر تائين هن جو نالو ٻُڌي سمجهي ويندا هئا. تنهن حفيظ کي رکي پليڪار ڪندي، چيو ته "اوهين آيا آهيو، ته ماني کائي وڃو." پوءِ هن کان پڇيائين ته "جيئي سنڌ جي تحريڪ جو ڇا حال آهي!" حفيظ ورندي ڏنيس ته "مون کي اياز صاحب سان ڪجهه وقت گذارڻو آهي، ۽ ان ڪري مانيءَ تي ويهان ٿو. باقي توهان لاءِ مون کي ڪوئي ڇڳو رايو نه آهي."

"مون لاءِ اوهان جو ڪهڙو رايو آهي." وزير صاحب ٿوريءَ حيرت سان

پڇيو.

"منهنجو خيال آهي تہ سنڌ ۾ پنج تن پليت ٿيا آهن، اوهان اُنهن مان هڪ آهيو." وزير صاحب جا طاق لڳي ويا ۽ ڳاڙهو ٿي ويو. ڪنهن هن جي مُنهن تي بي سبب اهڙي زور سان لپاٽ نہ هنئي هئي. (١) مون سمجهيو تہ اجهو ٿو پوڙهو گرگ هن جي ڪنڌ تي ڪڙڪي. ائين ٿي هڪ پيري مان هُن سان موٽر ۾ سيوهڻ وڃي رهيو هوس، هن جي زال هن جي اڳيان ويٺي هئي. هڪ ٽرڪ وارو، جو هن جي اڳيان هلي رهيو هو، اُن هن جي ڪار کي رستو نہ پئي ڏنو، توڙي جو هن ڪيئي ڀيرا هارن هلايو هو. پُٺيان منهنجي پرسان دونالي بندوق پرپل رکي هئي. ويهندي ئي هُن چيو هو، "اياز! اها بندوق اُپيءِ ڪري ڇڏجان، تہ ڇٽي نہ وڃي. هن هڪ هنڌ ڪار روڪي، بندوق سان بہ فير ڪري، ٽرڪ جا ٽائر ڦاڙي ڇڏيا ۽ جيسيتائين ڊرائيور هيٺ لهي، تيستائين ڪار تيزيءَ سان هلائي ويو. اهڙي ارڏي ۽ اڙٻنگ مڙس کي، حفيظ هن جي تواضع ۽ خوش اخلاقيءَ جي باوجود، ڇا ڇٽي رهيو آهي؟ مون سوچيو. وزير صاحب جي زال، جا هن جي پرسان ويٺي

---

(١) منهنجو اندازو آهي تہ مٿي ذڪر ڪيل وزير صاحب پير علي محمد راشدي هوندو. جنهن بابت اياز بئي هنڌ پڻ ڪجهہ اهڙو ئي ذڪر سندس نالو وٺي ڪيو. آهي. اياز مٿئين ذڪر ۾ جنهن وزير صاحب جي گهرواريءَ جو ذڪر ڪيو آهي اُها مسز ممتاز راشدي آهي. اياز ڪتاب "ساهيوال جيل جي ڊائري" ۾ اهڙي واقعي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو : " ٿوري دير ُڪان پوءِ حفيظ صاحب اسان کان موڪلاڻ چاهيو پر مسز راشدي، جا هڪ شفيق ميزبان آهي، هن کي زور ڪيو تہ ماني کائي وڃي، اُن کان پوءِ مسز راشديءَ ماني رکائي ۽ اسان سڀئي وڃي مانيءَ جي ميز تي ويٺياسين. ڳالهيون ڪندي راشدي.صاحب نهايت ذهانت سان ون يونٽ کان اڳ ۽ ون يونٽ کانپوءِ حالات جو تجزيو ڪيو ۽ ان ۾ پنهنجي سياسي ڪردار جي وضاحت ڪندي چيو، " پر مان تہ چوان ٿو تہ اوهان سنڌي دانشور، ڪائي اخلاقي ٽربيونل ناهي، مون تي مقدمو هلايو. گهٽ ۾ گهٽ مونکي بچاءُ جو پورو موقعو تہ ڏيو، پوءِ پلي فيصلو ڪيو تہ مون جو ڪردار ادا ڪيو آهي، اُهو تاريخي طور لازمي هيو يا نہ."

" فتويٰ اڳ ئي ملي چُڪي آهي، رڳو سزا ڏيڻي آهي." حفيظ صاحب چيو ۽ پوءِ پورو ڪلاڪ سنڌ جي موجوده ۽ گذشتہ دور تي تقرير ڪيائين.

پهرين تہ راشدي صاحب گهبرائجي ويو ۽ شايد سختيءَ سان جواب ڏيڻ ٿي چاهيائين. پوءِ ڪجهہ مهمان نوازيءَ جي لوازمات کي مدنظر رکي ۽ ڪجهہ حفيظ صاحب جي سياسي تجزيي جي منفرد انداز ۽ هن جي طنز ۽ مزاح کان متاثر ٿي، هن ڪوئي جواب نہ ڏنو.

(ص - ٨٢ -٨٣)

هئي ۽ ماني رڪائي رهي هئي. تنهن مڙس کي ڪلي چيو، "ڪوئي ته آهي جنهن توکي منهن تي سڌي پڌائي آهي." وزير صاحب ڪاوڙ ۾ پي ويو ۽ ميزبانيءَ جا آداب برقرار رکندي، مُرکي وينو ۽ ڪوڪو ڪولا هن ڏانهن وڌايائين ۽ ڳالهه لنوائي ڇڏيائين (۱).

ٻئي ڀيري مان، حفيظ قريشي ۽ رسول بخش پليجو هڪ ڪار ۾ بدين ڏانهن ڪنهن ڪانفرنس ۾ وڃي رهيا هئاسين. پليجو صاحب ٽانڊي ٽپڻو ۾ جيتانٽو مُڙس آهي. هن ڪيئي ڀيرا حفيظ کي منهنجي روبرو سمجهو، سڄاڻ ۽ ڏاهو ڪونيو هو. اتفاق سان ڪار ۾ گفتگو ڪندي، پليجي اڻ ڀيرا مائوءَ جي سرخ ڪتاب مان حوالا ڏنا ۽ چيو ته "ڪامريڊ مائوءَ هيئن به چيو آهي، هونءَ به چيو آهي......" ان تي حفيظ قريشيءَ چيس ته "پليجا صاحب! جي مائو ائين نه چوي ها ته اها ڳالهه اعتبار جوڳي نه هجي ها ڇا؟" پليجو ڳاڙهو ٿي ويو، پر منهنجيءَ موجودگيءَ ۾ مات ٿي ويو. اُن وقت حفيظ قريشي سياست ۾ هن سان همرڪاب هو. حفيظ قريشي ڳالهين ۾ جنهن طريقي سان حوالا ڏيندو هو ۽ انهن جي تشريح ڪندو هو سو به هن جو خاص ڍنگ هو. هڪ ڀيري هُن منهنجو غزل پڙهيو:

هيءَ هُر ڪُـــر رين بســيـــرن جي،
ٿي ويندي ســـاڪ ســـويرن جي

پوءِ هن چيو ته "هر لفظ منديءَ تي جواهر وانگر جڙيل آهي ۽ اوهان جي اکين اڳيان اجوڪي سنڌ اُڀري اچي ٿي - "هرڪر" -"رين بسيرا"- "ساڪ"- "سويرا" انهن لفظن تي سوچي ڏسو. ڇا ته موتي اسان جي، شاعر پوتا آهن! اهو پروپيگنڊا به آهي، نه به آهي. پوءِ اڳتي ٻيو شعر پڙهيائين:

مـــون مـــرڪي پنهنجـــو پاند ڏنـــو،
رُت آئي ڳـــــاڙهن ٻيـــــرن جي.

پوءِ سامعين کان سوال پڇيائين "اوهان کي خبر آهي ته بسنت ۾ کهڙو وڻ ڦلاربو آهي؟ بسنت ۾ ٻير اڳ ۾ ڦلاربي آهي ۽ جيئن وقت گذرندو آهي، ان جا ٻير ڳاڙها ٿيندا ويندا آهن. اهو آهي شاعر جو مشاهدو".

. "ڪٿي نه پڄبو ٽڪ مسافر" حصو چوٿون ص - ۱۱۳ کان ۱۱٦

(۱) اياز حفيظ قريشي لاءِ لکيو آهي: "حفيظ قريشي پنهنجي ارڏين ۽ اڙٻنگين ڳالهين جي باوجود هڪ نهايت پيارو ۽ منفرد ذهانت وارو محب وطن آهي، جنهن جي تقرير ۾ بي انتها رواني، تسلسل، منطق، دور رس نگاهه ۽ سنڌ ڌرتيءَ سان بي حد محبت هوندي آهي.

."ڪٿي نه ٽڪ مسافر" ص -۹۳.

# محمد حفيظ قريشي

> سنڌ جو مشهور ڪهاڻيڪار محترم جمال ابڙو حاجي حفيظ قريشي سان خاڪسار تحريڪ ۾ گڏ ڪم ڪندو هيو.
> پاڻ پنهنجي اينڊڙ ڪتاب ۾ قريشي صاحب بابت جن خيالن جو اظهار ڪيو آهن، اهي هت پيش ڪجن ٿا. آزاد قاضي

محترم جمال ابڙي قريشيءَ صاحب جي قابليت جو ذڪر ڪندي ۱۹۴۲ جو هڪ واقعو هن ريت بيان ڪيو آهي، لکي ٿو ته "ان دور ۾ علامه مشرقي صاحب حڪم ڪيو هيو ته هندن کي (خاڪسار) تحريڪ ۾ شامل ڪيو ان ڏينهن خاڪسارن ۾ ڪافي ترتلو هو. مونکي چٽو ياد آهي ته ان رات ڪافي خاڪسار محترم محمد حفيظ قريشيءَ وٽ اچي گڏ ٿيا. سڄي رات مباحثو هليو ۽ صبح جي فجر نماز جي اذان تي اٿياسون. محمد حفيظ قريشيءَ صاحب تمام ڇاٽو عالمانه ۽ منطقي گفتگو ڪندو آهي. ان روئي قرآن ۽ حديث ثابت ڪيائين ته ان حڪم ۾ ڪا به غير اسلامي ڳالهه نه آهي بلڪ عين اسلام آهي.

ڏسي ڏوهه اکين سين صفو (۱۲۵)

دانشور کي سرٽيفڪيٽ جي کهڙي ضرورت محترم محمد حفيظ قريشي صاحب کي سٺا ۽ سهڻا جملا ڳالهائڻ جي ڏات آهي يا سندس سچو ۽ پرخلوص جذبو آهي جو ڪائنس اهڙا جملا چورائي ٿو. جهونا ڳڙهه ۾ پڙهندا هئاسون ته ڪارلائيل جو ڪتاب "هيرو آف پرافٽس" پڙهيوسين جنهن ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي شان ۾ تعريف ڪيل آهي. هڪ دوست اها ڳالهه ڪئي، حفيظ صاحب هڪدم چيس ته مهربان رسول الله صلي الله عليه وسلم جي ذات کي ڪارلائيل جي سرٽيفڪيٽ جي ڪا ضرورت ڪانهي البت ڪارلائيل کي اهڙي ڳالهه چوڻ تي چڱي چال جو سرٽيفڪيٽ ڏيئي سگهجي ٿو.

اونهي ڳالهه اسرار جي صفو (۱۵۱)

# سنڌ ۽ حفيظ قريشيءَ جي آخري خواهش

## عبدالوحيد ڪٽپر

جيڪو انسان ڄائو آهي تنهن وفات پاتي آهي پير پيغمبر، راجا، شهنشاهه ۽ بادشاهه ۽ امير توڙي، غريب، سڀني کي آخر ساهه ڏيڻون آهي جيڪڏهن ماڻهو ڪونه مري ۽ سدائين جيئرو رهي ته هيءَ دنيا الاجي ڪهڙي مصيبت، ڏولاون ۽ ڏچي ۾ اچي وڃي. اڄان ته خير سان مشڪل سان ڪو ماڻهو هڪ سئو سال ٽپي ٿو وڃي، نه ته اهي ڪراڙا ڪراڙا ملڪ ۾ الائي ڪهڙو ڏمچر چالو ڪري ڇڏن ها. تنهن جي ڪري موت برحق آهي.

سو جناب حفيظ قريشي صاحب به آخر ڪار گذاري ويو. سندس دلي تمنا هئي ته سندس مڙهه کي سائين جي. ايم. سيد جي مزار جي پيرن ۾ پوريو وڃي.

مرڻ کان ڪجهه ڏينهن اڳ بيماريءَ جي حالت ۾ حفيظ صاحب، سائين امداد محمد شاهه ڏانهن نياپو ڏياري موڪليو هيو ته موصوف هن کي منهن ڏيکاري وڃي. سائين امداد محمد شاهه کي نوابشاهه ضلعي ۾ زمينداري آهي ۽ ڪيرين جي ڳوٺ (مجيد ڪيريو تعلقو سڪرنڊ) ۾ زمينداريءَ جو هيڊڪوارٽر ۽ اوطاق اٿس، باقي رهڻ لاءِ بنگلو نوابشاهه شهر ۾ اٿس. سائين امداد محمدشاهه، سائين جي. ايم. سيد جو فرزند آهي، سائين جي. ايم. سيد جو ٻيو فرزند آهي سائين امير حيدر شاهه ۽ سائين جي. ايم. سيد جي لاڏاڻي کان پوءِ خانداني پڳ سائين امير حيدر شاهه کي ٻڌل آهي.

سو سائين امداد محمد شاهه جڏهن حفيظ قريشيءَ ڏانهن ويو. تڏهن حفيظ قريشي صاحب، سائين امداد محمد شاهه کي چيو ته مان اوهان کي انهيءَ ڪري تڪليف ڏني اٿم جو مان هاڻ موڪلائڻ وارو آهيان ۽ توهان کي ٻڌايان ٿو ته منهنجي دلي تمنا آهي ته منهنجي قبر سائين جي. ايم. سيد جي تربت جي پيرن ۾ هجي ته ڏاڍو ڀلو.

حفيظ صاحب هڪڙو شاهوڪار، مالدار ۽ راڄ ڀاڳ وارو زميندار هيو، پر اها سندس سڪ هئي ته مرڻ بعد سائين جي. ايم. سيد جي پيرن ۾ هجي. ڇاڪاڻ جو حفيظ قريشي صاحب سائين جي- ايم .سيد جو هڪڙو وفادار پوئلڳ هيو ۽ سندس سياسي مريد هيو، ڇو نه؟ جيڪو شخص سنڌ ۽ سنڌين جي حقن خاطر پنهنجي عمر وقف ڪري ڇڏي، انهيءَ جي پيرن ۾ هجڻ وڏي فخر جي ڳالهه

آهي.

(حفيظ قريشيءَ جي) مٿين ڳالهہ تي سائين امداد محمد شاهہ جواب ڏنو تہ: "اسان کي ڪهڙو اعتراض پر جيڪڏهن سائين امير حيدر شاهہ ساڻ بہ ذڪر ڪرين تہ ڏاڍو ڀلو". ڇاڪاڻ تہ خاندان جو پڳدار تہ اهو ئي آهي ۽ سندس رضا ساڻ اسان هميشہ راضي رهنداسين"

چيو ٿو وڃي تہ سائين جي. ايم. سيد جي جيئري هوندي پڻ حفيظ قريشي اهڙو ذڪر ڪيو هيو، جنهن کي قدر جي نگاهہ سان ڏنو ويو ۽ شايد ها ۾ جواب ڏنو ويو هيو، پر "قبر اتي ٺهندي آ جاتي مٿيءَ پنوڙو چڪيءَ".

مطلب تہ مٿين خواهش ۽ مٿين ڳالهين جي باوجود حفيظ قريشي جي قبرسن شهر جي سيدن واري مقام ۾ جيڪو سنڌو درياهہ جي ڪڙ تي آهي، تنهن ۾ نہ ٿي ڇاڪاڻ جو حفيظ جي وفات جي خبر برمهل ۽ بروقت سائين امداد محمد شاهہ توڙي سائين امير حيدر شاهہ کي ڪانہ ڏني وئي (۱) ۽ نہ وري حفيظ صاحب جي پونئيرن ڪا اهڙي قسم جي ڪوشش ئي ڪئي. تڏهن تہ هڪڙي اردو واري شاعر چيو آ تہ:

"دو گز زمين بهي نہ ملي ڪوئہ يار مين"

حفيظ قريشي صاحب سائين جي. ايم. سيد ساڻ سکر اينرپورٽ واري جهنڊي ڪيس" ۾ پڻ شامل جوابدار هيو ۽ هي جيڪو سال ۱۹۹۲ع ۾ جام صادق علي صاحب جي زماني ۾ سائين جي. ايم. سيد تي غداريءَ جو ڪيس اسپيشل ڪورٽ ۾ داخل ڪيو ويو هيو. انهيءَ ڪيس ۾ پڻ حفيظ قريشي صاحب ۽ ٻيا قلم ۵۱۲ هيٺ ڳاڙهيءَ مس ساڻ روپوش ڊيڪاريل هئا. اها ڳالهہ مان انهيءَ ڪري چئي ٿو سگهان جو انهيءَ غداري واري ڪيس ۾ مان سائين جي. ايم سيد جي بچاءَ وارو وڪيل هوس.

حفيظ قريشي صاحب ساڻ سائين جي. ايم. سيد جي ڏاڍي دل هوندي هئي. مان جڏهن (بغاوت واري ڪيس وقت) ڦڏو ڪيو تہ "سائين جي. ايم. سيد بغاوت جي ڏوهہ جي قبولداري نہ ڪري ۽ ڪيس وڙهجي" تڏهن سائين جي. ايم. سيد پنهنجن گهٽگهرن دوستن کي حيدر منزل تي ۲ ڀيرا گهرايو، جن ۾ حفيظ قريشي صاحب پڻ آيو هيو، جن جي روبرو بحث ٿيو.

منهنجو چوڻ هيو تہ جيڪڏهن سائين جي. ايم. سيد غداري ڪرڻ جي ڏوهہ جي قبولداري ڪندو تہ پوءِ نہ فقط سندس ڪيس کي ڌڪ لڳندو، پر اپيل پڻ ڪونہ ٿي سگهندي، ڇاڪاڻ تہ قبولداري ڪرڻ ڪانپوءِ اپيل جي گنجائش ڪانہ رهندي آ. سواءِ ڪن ٽيڪنيڪل ڳالهين جي. مان عرض ڪيو هيو تہ آزادي گهرڻ ڪو ڏوهہ ڪونهي ۽ اسان پاڻ کي پاڻ غدار نهرائي، سزا وٺي پوءِ ڪهڙي منهن سان سنڌ جي آزاديءَ جي ڳالهہ ڪري سگهنداسين ۽ هتي توڙي ٻاهرين دنيا ۾

اسان جو موقف فوت ٿي ويندو ۽ ٻڌڻ وارا چوندا ته اوهان پاڻ ئي پاڻ کي غداريءَ جي ڏوهه ۾ قبولداري ڪري سزا ورتي آهي، هاڻي باقي ڇا رهيو آ؟

حفيظ قريشي صاحب ۽ ٻين دوستن سيني گڏجي منهنجي راءِ سان اتفاق ڪيو جنهن بعد سائين جي. ايم. سيد فرمايو ته، "بغاوت جي قبولداري ڪونه ٿيندي ڪيس ڳائينداسين"

مرحوم حفيظ قريشي جو هڪڙو جملو مونکي اڄ ڏينهن تائين ايترو ته ياد آهي جو ڄڻ ته ڪالهوڪي ڳالهه هجي.

سنه ١٩٤٥ع ۾ ڊي جي سنڌ ڪاليج مان بي اي پاس ڪري سنه ١٩٤٦ع ۾ مان ڊي جي سنڌ آرٽس ڪاليج ۾ ايم اي ۾ داخلا ورتي ۽ گڏو گڏ ايس سي شاهاڻي لا ڪاليج ۾ فرسٽ ييئر ايل ايل بيءَ ۾ پڻ داخلا ورتي هيم. هاڻي انهيءَ ڪاليج کي سنڌ مسلم لاڪاليج ڪري تا ڪونن ۽ بلڊنگ پڻ وڌائي اٿائونس.

اسان پهرينءَ منزل تي ليڪچر ٻڌي رهيا هياسون جو ڪيامازيءَ طرف ٻم ڦاٽا جن جو آواز ٻڌي اسان سيئي شاگرد ۽ شاگردياڻيون لا ڪاليج ۾ هيٺ لهي آياسين. اهي ٻم جا ڌماڪا اهي هيا جو انهيءَ زماني ۾ نيويءَ وارن انگريزن جي برخلاف بغاوت ڪئي هئي. تنهن زماني ۾ انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ سڄي هندوستان ۾ تحريڪ جاري هئي.

سياڻي تي هڙتال ٿي ۽ لا ڪاليج ۽ ڊي جي سنڌ سائنس توڙي آرٽس ڪاليجن جي انهيءَ ٺواٽي واري ميدان تي ڪاليجن جا شاگرد ۽ شاگردياڻيون اچي گڏ ٿيا هيا.

ڪجهڙي منجهند جو وقت هيو گهڻن ئي مقررن پنهنجون جوشيلون ۽ انقلابي تقريرون ڪيون، مان ڏنو ته هڪڙو ڳاڙهو ڳاڙهو سهڻو ۽ قداور شخص جڏهن تقرير ڪرڻ لاءِ اٿيو تڏهن سيني ماڻهن خاموشي اختيار ڪئي. همراهه جا ڳٽا ايترا ته ڳاڙها هيا جو نهن هڻوس ته جيڪر رت نڪري پويس.

تنهن زماني ۾ اهي لائوڊ ڪونه هوندا هئا. پر حفيظ قريشي صاحب جي بهترين پرسنلٽي ۽ پريل ۽ چٽي آواز تي مجموعي جي ماڻهن وڏي سانت ساڻ ڪيس پئي ٻڌو ۽ انهيءَ ڪري سندس تقرير جو اکر اکر چٽو پيو ٻڌڻ ۽ سمجهڻ ۾ اچي

حفيظ قريشي صاحب من پيڪوڙي جوش وچان چيو ته:

"انگريز اسان جي ڪا ماءُ يا امڙ ناهي جو اسان روئي روئي ڪانئس پنهنجي ملڪ جي آزادي گهرنون اسان پنهنجي آزادي انگريزن کان زوريءَ ڇني وٺنداسين!"

حفيظ قريشي صاحب خاڪسار تحريڪ ۾ پڻ حصو ورتو هيو جنيڪا

تنظيم جي لحاظ کان نهايت سخت گبر ۽ ذکي هوندي هئي ۽ ننديءَ ننديءَ غفلت تي خاڪسار ڏُرا جهليندا هئا.

هاڻي ته اهڙو گجگوڙ ڪندڙ شير وجي قبر ۾ آرامي ٿيو آ. جنهن نه ته ڪندو اهڙيون تقريرون ۽ نه لکندو اهڙيون تحريرون، تڏهن ته سنڌ جو سرتاج شاهه عبداللطيف ڀٽائي چئي ويو آهي ته:

"فاني ڙي فاني، دنيا دم نه هيڪڙو،
لتي لوڙهه لتن سين، جوڙيندءِ جاني،
ڪوڙ ۽ ڪاني آهي سر سڀ ڪنهين.

روزانه "عوامي آواز" ڪراچي، ٥ آگسٽ ١٩٩٧ع.

# هڪڙو هو حفيظ قريشي

اعجاز منگي

قافلو معنيٰ ڪيئي ڪهاڻيون. قومي تحريڪ جو قافلو بہ ڪيترين ئي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. اهو هڪ اهڙو ناول آهي، جيڪو پنهنجي پڄاڻيءَ ۾ قرة العين حيدر جي ناول "آخري شب ڪي هم سفر" وانگر سُست ۽ سورن ڀريو ٿي پيو آهي. سو ناول "قومي تحريڪ" جي هڪ ڀرپور باب جو نالو هو حفيظ قريشي. اهو باب اڄ هميشہ جي لاءِ بند ٿي ويو. اهي جهونيون پر ذهين اکيون سدائين لاءِ بند ٿي ويون، جيڪي ٿلهن ڪاون واري چشمي جي پويان سدائين سنڌ جا عاشق تلاش ڪنديون هُيون. هو جيڪو سن جي گلين ۾ ڪارو اوور ڪوٽ پائي هلندو هو، تنهن جي گوگول جهڙي "اوورڪوٽ" مان خود ڪيترن ئي ڪهاڻين جنم ورتو پر اهو سڄو داستان "شاھہ ديوان" جي مقام تائين پورو ٿيو. هاڻي قومي ميڙاڪن ۾ هڪ بلند آواز "يائرو!" نہ گونجندو. هو جيڪو سنڌ جو ديوانو هو تنهن جي آخري خواهش، ۽ پوري ٿيڻ جهڙي خواهش بہ پوري نہ ٿي سگهي. هن مڙهہ، جي ايم سيد شاهہ جي پيرن وٽ دفن ڪرائڻ چاهيو هو. شايد هن اها وصيعت اهو سوچي ڪئي هجي تہ:

"قيس صحرا ۾ اڪيلا هي، مجهي بهي جاني دو،
خوب گذري گي جو مل بيٺين گي ديواني دو"

پر هن جي اها خواهش بہ پوري ٿي نہ سگهي. جي. ايم. شاهہ سان ابدي جدائيءَ جو سور سانڍي حفيظ قريشي شاهہ ديوان جي آستاني تي سدائين لاءِ اکيون ٻوٽي سمهي رهيو. اهو ڪيترو نہ عجيب اتفاق آهي تہ سنڌ جي ديواني کي جيڪڏهن پنهنجي روحاني سالار جي پيرن ۾ جاءِ نہ ملي تہ بہ شاهہ ديوان نالي قبرستان جي مٽي ڪيس پنهنجي ساهہ ۾ سانديو. شايد هالا جو ديوانو شاهہ حفيظ قريشي جي آخري وصيعت جي راهہ ۾ رڪاوٽ بڻجي ويو هجي. جڏهن حفيظ قريشي پنهنجي زندگيءَ جو آخري ساهہ کنيو هجي تہ ان وقت شاهہ ديوان ڪيس سڏيندي چيو هجي تہ "تون بہ ديوانو، مان بہ ديوانو.اچ تہ پرچون پاڻ ۾" ۽ حفيظ قريشي پنهنجي دل ۾ پهريون دفعو آهستگيءَ سان چيو هجي تہ "ها شاهہ ديوان! آئون اچان پيو. ۽ هن پنهنجي رب کي چيو هجي "لبيڪ الله هم لبيڪ" اهڙي طرح هالا پراڻا پاران دعا جي داڻن جهڙو ماڻهو، سنڌ جي مٽيءَ ۾

ملي ويو. هو جنهن کي موت کان ڊپ نہ ٿيندو هو، هو جيڪو دل سان جهونگاربندي چوندو هو.

"مرنداسين تہ متي مان پنهنجي ڦٽندا سرخ گلاب"

۷۰ واري ڏهاڪي ۾ جن ماڻهن قومي تحريڪ جو جوڀن ڏٺو هو، تن کي حفيظ قريشيءَ جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌائڻ فضول آهي. انهن کان پاڻ حفيظ قريشي جي باري ۾ ٻڌڻ جي ضرورت آهي. هو جيڪو جي. ايم. سيد جي لاءِ ابوالڪلام آزاد هو. جڏهن جي. ايم. سيد بجليءَ بنان (1) سن ۾ قومي ڪارڪنن سان ڪچهري ڪري ٿڪجي پوندو هو، تڏهن حفيظ قريشي جي تقريرن جي ڪيسٽ هلائي ڇڏيندو هو. ۽ اديب انقلابي وارن کي چوندو هو تہ "هي اوهان جو قومي ڪورس آهي." جي. ايم. سيد سنڌ جي قومي ڪورس ۾ پنهنجي ڪتابن کان سواءِ شيخ اياز ۽ ابراهيم منشيءَ جي شاعريءَ سان گڏحفيظ قريشي جون تقريرون بہ شامل ڪيون هيون. هو جيڪو اسٽيج جو بادشاهہ هو. جنهن تي اسٽيج حاوي نہ ٿيندي هئي پر هو اسٽيج تي شينهن وانگر گجندو هو. هن جهڙي رڙ قومي تحريڪ جو ٻيو ڪو بہ گلو نہ ڪڍي سگهندو هو. هن جو سڏ سڀ کان زوراڻتو هو. هن جا سڏ ڄامشوري جي هوائن کان وٺي زرعي يونيورسٽي جي فضائن تائين ڦهلجي، مڪليءَ جي خاموش پٿرن تائين پهچي ويندا هئا. اڪثر مقرر حاضرين جي خوشامند ڪندا آهن. فقط سچا ماڻهو ۽ ڪرا ماڻهو اتي ويٺل حاضرين تي تنقيد ڪري سگهندا آهن. ۽ حفيظ قريشي حڪمرانن کان وڌيڪ عوام تي تنقيد ڪندو هو. جڏهن ڪائنس پڇبو هو تہ " تون ائين ڇو ٿو ڪرين؟" تڏهن رڙ ڪري چوندو هو "اڙي! حڪمران تہ آهن ئي حرامي پر هي جيڪي مارونڙا ۽ جهانگيئڙا، هي جيڪي چوتيم سلفيت ٽوپين وارا گهمن ٿا، تن کي اڄا تائين اها بہ خبر نہ آهي تہ هو سنڌي قوم آهن. انهن کان پڇ تہ اڙي ڪير آهين" جواب ڏيندو "ميمڻ آهيان. سومرو آهيان، سيد آهيان، لغاري آهيان." اڙي سنڌي آهيان چوندي توهان کي ٻرو ٿو چڙهي؟ حفيظ قريشي جو خيال هو تہ جيستائين عوام تي تنقيد نہ ڪبي، تيستائين عوام باشعور نہ ٿيندو، انهن کي جاڳائڻ جو هڪ ئي طريقو آهي تہ انهن کي لفظن جون لتون هڻجن، غلام جيڪي ڪونگهرن ۾ آزادي جا خواب ڏسي رهيا آهن، تن کي لت هڻي اٿارجي تہ اٿو! ۽ آزاديءَ جي لاءِ جدوجهد ڪريو.

حفيظ قريشي، جنهن کي مون پهريون ڀيرو سکر جي هڪ جلسي ۾ ڏٺو. جيئي سنڌ جي ڪارڪن راجا ڏاهر جي ورسي ملهائڻ جو پروگرام رٿيو هو. ان پروگرام ۾ حفيظ قريشي تقرير ڪرڻ آيو هو. هڪ لمبو ۽ مضبوط اڏ وهيءَ جو ماڻهو، جيڪو پنهنجي اسٽائيل ۾ هڪ باغي فوج جي جنرل جهڙو هو. جڏهن هو اسٽيج تي آيو ۽ ڪجهہ دير جي خاموشيءَ کان پوءِ پنهنجي تقرير

شروع ڪيائين، تڏهن ماحول ۾ سانت ٿي ويئي، هن رڙ ڪري چيو ته "سنڌيو! محمد بن قاسم جي حملي کان پوءِ بغداد جي چوواٽن تي سنڌ جون نياڻيون ٽڪي ۾ فروخت ٿي رهيون هيون" سندس جذباتي ڳالهين تي سڄو پنڊال نعرن سان گونجي اٿيو ۽ حفيظ قريشي انتهائي ناراض انداز سان پنڊال کي ٻئي ٻُجا ڏيندي چيو ته "بي غيرتو سنڌ جي نياڻين جي ٽڪي ٽڪي ۾ وڪامڻ واري ڳالهه تي تاڙيون ٿا وڄايو!؟ سنڌ جون نياڻيون چوراهن تي وڪامن ۽ توهان ڪڏهن وانگر تاڙيون ٿا وڄايو." ان کان پوءِ رڙ ڪري چيائين ته "بند ڪريو اهي تاڙيون ۽ ٻڌو تاريخ ڳالهائي ٿي." ان کان پوءِ مون ڪيس ڪيترن ئي جلسن ۾ ٻڌو. ان جلسي ۾ به جيڪو سائين جي. ايم. سيد جي ڇاليهي تي ٿيو هو. جنهن ۾ ڪجهه وقت اڳ ٻار وانگر رڙيون ڪري رئيندڙ حفيظ قريشي قوم جي ڊيفينس ٻڌائيندي سوڳوار ميڙ ۾ هڪ قسم جي نئين ڪيفيت پيري ڇڏي. جڏهن هن پنهنجي مخصوص انداز ۾ چيو ته "قوم.... قوم لفظ قيام مان نڪتو آهي. قوم اها جيڪا اٿي بيهي ۽ جيڪا لڳي بيهي، هيئن سنل ۽ ڪربل ماڻهن جو انبوهه قوم نه هوندو آهي، قوم لفظ قيام مان نڪتل آهي، قوم اها جيڪا اٿي بيهي" اهڙيون ڳالهيون فقط حفيظ قريشي ئي ڪري سگهندو هو. حفيظ قريشيءَ کي اهو قومي لائسنس مليل هو ته هو پربل جلسن ۾ قومي نياڻين جي موجدگيءَ ۾ کليو ڳالهائي. ائين ڳالهائي جيئن هڪ جذباتي پوڙهو گهر ۾ ڳالهائيندو آهي. جو ته اهي نياڻيون به حفيظ قريشيءَ جون نياڻيون هيون، ٻين جون نياڻيون سمجهي ته حفيظ قريشي ائين نه پيو ڳالهائي. هن جي محبت جا انداز نرالا هئا. هو پربل اسٽيج تي جي ايم سيد کي رڙ ڪري چوندو هو ته "پوڙها ٻڌين ٿو....." ۽ جي. ايم. سيد سنجيدگيءَ سان ڪنڌ لوڏي ها ڪندو هو. جي. ايم. سيد پاڻ جذباتي تقرير نه ڪري سگهندو هو پر حفيظ قريشي جي ڳلي مان جي. ايم. سيد پوري زور سان گونجندو هو.

منهنجي اکين جي فريم ۾ هن جون ڪيترين ئي تصويرون ئي تصويرون فٽ ٿيل آهن. هالا کان وني پنائي ٿائون ٿائين. پر مون سڀ کان وڏي تصوير ۽ سڀ کان اهم تصوير اها ئي سمجهي آهي، جيڪا مون سندس سنڌ يونيورسٽي جي ميدان تي ڪڍي. جيئي سنڌ وارن شاگردن جي جلسي ۾ حفيظ قريشي انهيءَ انداز ۽ انهيءَ دلربا انداز سان ساڳئي نموني رڙ ڪري چيو هو ته "ٻڌو! سنڌ آزاد ٿيندي ۽ آئون پيشنگوئي ٿو ڪريان ته ايندڙ صديءَ جي پهرين چوٿائيءَ ۾ سنڌ آزاد ٿيندي. پر ضروري نه آهي ته ان آزاديءَ جو ڦل سنڌين کي ملي." پوءِ هن اها ساڳي ڳالهه انگريزي ۾ ڪئي. حفيظ قريشي بنيادي طور تي وڪيل هو. هن جي انگريزي سڻي هئي ۽ ان کان سٺو هن جو لهجو هو. هن جي مرڪ شرير نوجوانن جهڙي هئي. هن جنرو ڪرو ماڻهو سنڌ شايد ئي پيدا ڪري

سگهي.

آخري پيرو حفيظ قريشي سخت بيمار هو هن "سنڌ" آفيس ۾ ٽيليفون ڪيو ۽ بيماريءَ سبب انتهائي ڪمزور آواز ۾ چيو ته "آئون حفيظ قريشي ٿو ڳالهايان. مون کي اعجاز منگي سان ڳالهائڻو آهي." مون ڪيس چيو ته "آئون اعجاز منگي ٿو ڳالهايان." پر هن منهنجي ڳالهه نه سمجهي. هو سخت بيمار هو ۽ آخر تائين اهو چوندو رهيو ته "اعجاز منگيءَ کي چئو ته مون سان ملي وڃي آئون لطيف جمال کي ساڻ ڪري پنائي تائون ۾ سندس پٽ جي گهر ويس. مون سوچيو هو ته حفيظ قريشي شايد پنهنجي زندگيءَ جو يادگار انٽريو ڏيڻ چاهي ٿو. اِن ڪري مان ٽيپ رڪارڊر کڻي ويو هوس. ان وقت حفيظ قريشي جي طبيعت ڪافي بهتر هئي. هن جو ساڳيو لهجو موٽي آيو هو. هن مون کي چيو ته "مون توکي انٽريو لاءِ نه گهرايو آهي. آئون بيمار آهيان. هلڻ کان لاچار آهيان. آئون پاڻ اچان ها پر هلڻ نٿو سگهان. ان ڪري توکي سڏرايم. مون توسان ڊسڪس ڪرڻ ٿي چاهيو ته سنڌ جو ڇا ڪجي؟" ۽ پوءِ حسب دستور هو پنهنجون ڳالهيون ڪندو رهيو. هو ٽن ڪلاڪن تائين ڳالهائيندو رهيو. هن کي سياسي هوش ڪيئن آيو؟ هو جي. ايم. سيد سان ڪيئن مليو؟ هن کي جي. ايم. سيد ڪيئن لڳندو هو؟ هو ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي ۽ پنهنجا تڪرار ڪيئن نبيريندو آهي؟ اهي سڀ ڳالهيون ڪندو رهيو. هن جي رهاڻ هڪ طرفي هوندي هئي پر ان ۾ ڏاڍو رس هوندو هو. هو ڳالهائڻ جو واقعي آرٽسٽ هو. هو اهڙو ڳالهائڻو هو، جنهن کان ڳالهائڻ سکڻ گهرجي حفيظ قريشيءَ انهيءَ ڪچهريءَ ۾ ٻڌايو هو ته هن کي سنڌ جي سجاڻ جي ايم اسيد ڏني هئي، ان کان پوءِ هو جي ايم سيد سان رهيو.

پنهنجي يادگيرين جي حوالي سان هو جي. ايم. سيد جو ذڪر ڪندي ڪيس "جيئيم شاهه" چوندو هو. هو چوندو هو ته "مون جي ايم شاهه کي چيو ته "تون دوزخ ۾ نه ويندين پر بهشت ۾ به نه ويندين" جي ايم شاهه پڇيو ته " اهو وري ڪيئن" "مون ڪيس چيو، اهو انئن ته تو حق جي ڳالهه ته ڏسي، تو ٻڌايو ته سنڌ ملڪ آهي، سنڌي قوم آهن ۽ آزادي انهن جو حق آهي ۽ اها حاصل ڪري سگهجي ٿي پر آزاديءَ جو رستو نه ٻڌايو. تو اڌ ڳالهه ٻڌائي، ان ڪري توتي دوزخ معاف ٿيندو پر تون بهشت ۾ نه ويندين" جي ايم سيد جو پيارو حفيظ قريشي هاڻ الله کي پيارو ٿي ويو. هن وڏي عمر گذاري. هن جي رفاقت وارا ماڻهو آهستي آهستي اياز جي هن سٽ وانگر هلندا ويا ته:

"ڏور ٿيندا وڃن، روز جوڳيئڙا، تون اچا ٿو جيئين هاءِ ڙي جيئڙا"

جڏهن ماڻهو جي عمر وڏي ٿئي ٿي، تڏهن ابدي جدايون هن جو مقدر بڻجي وڃن ٿيون. هو روزانو ٻڌڻ لڳي ٿو ته اڄ هي ويو ۽ اڄ هو ويو. حفيظ

قريشي ڪنهن جي موت جي خبر ٻڌي وڏي واڪ سان چوندو هو تہ "انالله و انا اليہ راجعون".

هو قومي بزرگن وانگر قومي تحريڪ جا ڪيترائي واقعا بيان ڪندو هو. اهڙيون ڪهاڻيون ٻڌائيندو هو، جن ۾ هن جو وڏو ڪردار هو. ۽ حفيظ قريشيءَ جي ڳالهہ ٻڌائڻ جو انداز اهڙو هوندو هو، جو ست پيرا ٻڌل ڳالهہ بہ وري نئين لڳندي هئي. ۽ دل چوندي هئي تہ پلي انون پيرو ٻڌائي. جڏهن هو ٻڌائيندو هو تہ "آئون دل جي تڪليف ۾ هئس، پوءِ اهو واقعو ٿيو. اسان جي چوڪرن ڪي توڙهي ڦاٽڪ وٽ گوليون هٽي ماري ڇڏيائون(١) مون کي ڊاڪٽر روڪيو هو تہ ڪٿ نہ ڇڏيان. پرمان ڊاڪٽر کي دوکو ڏئي ڀڄي آيس. مانجهند کان سن پهتس. جي ايم شاهہ وينو هو. مون کيس روئيندي چيو تہ "سائين ظلم ٿي ويو. اسان جي ٻچن کي ماريو اٿائون." مون کي چيائين تہ "سڀ کان پهرين ڳالهہ تہ تون دل جي بيماري ۾ چو آيو آهين؟" مون کيس چيو تہ "مون کان رهيو نہ ٿيو" چيائين تہ "آرام سان ويهہ" ۽ پوءِ چيائين تہ "اسان چا ٿا ڪري سگهون. سواءِ ان جي تہ ڪاريون پٽيون ٻڌيون." پوءِ هڪ ماڻهوءَ کي بازار موڪليائين تہ ڪارو لٺو وٺي اچ. بازار مان ڪارو لٺو نہ مليو، پوءِ گهر ڏي ماڻهو موڪليائين تہ ڪنهن بي بيءَ وٽ ڪارو رئو هجي تہ ڪٽي اچو تہ جيئن ان مان ڪاريون پٽيون ناهي ٻڌي سگهون. پوءِ هڪ بي بيءَ جو رئو آيو، ان مان پٽيون نهيون. هڪ پٽي پاڻ کي ٻڌائين (٢) ۽ ٻي مون کي ٻڌائين پوءِ مان ٿي ويو ۽ ٿوري دير کان پوءِ پٽي هٿ مٿي ڪري روئڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ "الله اسان سان انصاف ڪر."

هن جي ساروڻين ۾ ذوالفقار علي ڀٽي کان وٺي ولي خان تائين پاڪستان جي ڪيترن ئي وڏن سياستدانن جو ذڪر اچي ايندو هو، جيئن ڪو ماڻهو پنهنجي ٻڍي پريل مٿي ۾ ڦٽي گهمائي. ذوالفقار علي ڀٽي سان ساڳئي ڪٽ تي سمهندڙ حفيظ قريشي هڪ اهڙو قومي ڪارڪن هو، جيڪو جي. ايم. سيد وانگر سيني کي سنڌي هئڻ جي ناتي سان پنهنجو سمجهندو هو. اسان سميت ڪيترن ئي نوجوانن کي حفيظ قريشي جي اها روش اصول پرستيءَ واري نہ لڳندي هئي تہ هو ڪنهن بہ سنڌي ڌر جي سڏ تي هليو ايندو هو. هو اهو نہ ڏسندو هو تہ کيس دعوت ڪٿان آئي آهي؟ قادر مگسي وٽان آئي آهي يا قمر ڀٽيءَ وٽان آئي آهي. هن وٽ فقط دعوت جو مان هو. ۽ بنا دعوت جي تہ هو (جيئي سنڌ) قومي محاذ جي ڪاج ۾ بہ نہ ويندو هو. هن جون اهي ڳالهيون انگريزن جهڙيون هيون. هوندي بہ حفيظ قريشي کي پنهنجن اصولن ۽ روين جي لحاظ کان انگريز وٺندا هئا. هو سنڌ جي نوجوانن کي چوندو هو تہ "انگريزي پڙهو. جيسيتائين انگريزي نہ ايندي، تيستائين سنڌ آزاد نہ ٿيندي."

حفيظ قريشي پاڻ تمام گهٽو پڙهندڙ ماڻهو هو. هو سخت ترين

بيمارين ۾ ڪتاب پڙهندو هو. سدائين باغ بهار رهندو هو. جڏهن هن کان پڇا ڪبي هئي ته "اوهان جي طبيعت ڪيئن آهي؟" تڏهن هو وڏي آواز سان چوندو هو "طبيعت جي خبر ڊاڪٽرن کي، باقي موڊ فرسٽ ڪلاس آهي."

مان اڄا تائين اهو طئہ نہ ڪري سگهيو آهيان تہ حفيظ قريشي دل جي چوڻ تي هلندو هو يا دماغ جي چوڻ تي؟ هو ريشنل هو يا اموشنل هو؟ يا اهي ٻئي تضاد هن وڏي ڪاريگريءَ سان توازن ۾ آندا هئا. جڏهن تہ هو پاڻ، سڀ کان استاد ڪاريگر جي. ايم. سيد کي ئي سمجهندو هو. هو بينظير ڀٽو تي تنقيد بہ ڪندو هو ڪچهري ۾ ويٺي بينظير ۽ جي. ايم. سيد متعلق ڳالهائيندي چوندو هو تہ "ڪاريگر اهو جيڪو ڪباڙ مان ڪم ڪڍي. اسان سڀ ڪباڙ هئاسين. جي. ايم. سيد اسان ڪباڙ کي ئاهي سنڌ جو ڪيس مٿي آندو." حفيظ قريشي ڇا هو؟ ڇا هن کي قومي رڙ نہ ٿو چئي سگهجي!؟ اها رڙ جيڪا سنڌ جاڳائيندي آهي. جيڪا اختلاف ۽ اتفاق ساڳئي لهجي ۾ ڪندي آهي. جيڪا تعريف ۽ تنقيد هڪ جيتري اهميت ۽ اعلان سان ڪندي آهي. هن سڄي زندگي سمجهوتو نہ ڪيو. هن کي اينترو گهٽو ڏک بہ نہ ٿيندو هو. هن کي تمام ٿورڙين پرواهون ٿينديون هيون. پر آخر ۾ هن کي سنڌ جي ڏاڍي پرواهہ ٿي پئي هئي. هو مون سان بہ سنڌ جي سلسلي ۾ مليو هو. چيائين پئي تہ "سيني سان ملڻ چاهيان ٿو. سيني سان ملبو. ڪجهہ پئسا بہ آهن. گاڏي ڪڍبي، پنهنجو پٽ ڪٽي هلبو. انهن سان هلي ڪانبو ۽ انهن کان پڇا ڪيون تہ ڇا ڪجي؟" ان سلسلي ۾ هن چيو تہ بينظير ڀٽو آصف زرداري جي مڱڻي جي خبر آئي تڏهن سائين، مون کي چيو تہ "ڪيڪ موڪلينس ۽ مبارڪباد جي تار موڪلينس." مون ڪانئس پڇيو تہ "اهو وري ڇو؟" چيائين "ابا! سني ڳالهہ آهي تہ بينظير سنڌيءَ سان شادي ڪئي آهي. پنهنجو نوابشاهہ جو زرداري آهي. سنڌي آهي. بينظير جو اهو فيصلو مون کي وڻيو آهي." حفيظ قريشي سدائين جي. ايم. سيد جي ساروڻين مان مستقبل جي راهہ جوڙيندو هو جڏهن بہ ڪو سوال هن جي اڳيان ايندو هو تہ هن کي سيد ڀي زندگي جو ڪو واقعو ياد اچي ويندو هو. سيد کان پوءِ حفيظ قريشي جُهري پيو هو. هو سيد کي ساري روني ويهندو هو. ۽ پوءِ اهو بہ چوندو هو تہ "اهو روئڻ مان جي. ايم. شاهہ کان سکيو آهيان. هو بہ روئيندو هو." جڏهن اسان ٿورڙا هوندا هئاسين ۽ حيدر منزل تي ڪو بہ نہ هوندو هو، تڏهن سنڌ تي سوچي سائين روئڻ لڳندو هو. مون کان پڇندو هو تہ "سنڌ جو ڇا ٿيندو؟".

وقت اسان کان جي. ايم. سيد کسي ورتو. هاڻي تہ حفيظ قريشي بہ نہ رهيو آهي پر اسان کي پوءِ بہ "سنڌ جو ڇا ٿيندو؟" واري سوال تي سوچي روئڻ نہ ٿو اچي. ڇو؟.

# هالن پراڻن جو پيامبر

## حسن مجتبيٰ

گاربن، Logic ۽ سنڌ سان حُب حفيظ قريشي ٺاهيو هو. هو سنڌ ۾ اهو ماڻهو هو. جنهن پيامبرن جهڙا ڏس ڏنا پر سندس گمراهه ماڻهن سندس ڳالهين کي "رونشو" ڪري ورتو ۽ ڀٽڪندا رهيا. هاڻ هن بگڙيل قوم کي بقول سندس "ڪچيون نه پر پڪيون" گاريون ڏيندڙ حفيظ قريشي موجود نه رهيو آهي. حفيظ قريشي سنڌ سان عشق نه پر عقل وارو رستو ورتو هو. ڇاڪاڻ ته هو منطق جو هڪ وڏو شاگرد هو. هو هر قسم جي سياسي جهالت خلاف هو. علامه مشرقي ۽ جي. ايم. سيد جو مداح حفيظ قريشي سنڌ جو هڪ اهو ايماندار وڪيل هو، جيڪو سنڌ جو ڪيس وڙهندي پاڻ جيلن ۾ رهيو. هو سنڌ ۾ آگرين تي مس ڳڻجڻ ۾ اچڻ وارن انهن ماڻهن مان هو، جن کي سچو پچو دانشور چئي سگهجي ٿو. پر هو هڪ عوامي قسم جو دانشور هو. هو "سياسي مڄرن" جو ماڻهو ڪونه هو، جن ۾ سياستدان نه فقط نچندا آهن پر ماڻهن کي نچائيندا پڻ آهن. اوهين هن کي سنڌ جي سياست جو ٽنايو فقير چئي سگهو ٿا.

عقل خلاف ڳالهه ڪرڻ تي نه هن پنهنجي پٽن کي بخشيو، نه جي. ايم. سيد کي. هو عاشق بڻ فقط جي. ايم. سيد جو هو. هو جينوئيڪ هڪ انتهائي وڏو ۽ زبردست مقرر هو پر ڪڏهن به مجمعا ۽ ميڙ ڏسي هن ٻين سياستدانن وانگر ڪپڙا ڪونه لاٿا. سچي ڳالهه چوڻ ۾ هن ٻئي هٿ پري ماڻهن جي پريي ميڙ مثال بڻ رکيا. لاڙڪاڻي جي شهرين کي سندس "لکن وارو" خطاب هاڻ سنڌ ۾ جڻ ته تکيه ڪلام بڻجي چڪو آهي. "حقي" ڳالهه ڪرڻ ۽ پڪي ڪار ڏيڻ ۾ هن پنهنجا ڪيئي "پراڻا دوست" دشمن ڪري ڇڏيا. هو اهڙن ماڻهن مان هو، جن جا ناڪام ويل مشن ۽ زندگيون قومن جون تاريخي بدقسمتيون سڏبيون آهن. ٻارن وانگر هن نئر قوم کي ماتم ڪرڻ گهرجي ته سندن چڱائي آٽيندڙ هڪڙو بزرگ لاڏاڻو ڪري ويو آهي. هالا هن مهل تائين شايد تي اهڙا ماڻهو پيدا ڪيا، جن جو هن جهان جي رنگ و بوءِ مان هليو وڃڻ سنڌ جو نا قابل تلافي نقصان سمجهيو ويندو. اهي تي ماڻهو هئا. مخدوم طالب المولىٰ، عرفان مهدي ۽ هاڻ حفيظ قريشي، حفيظ قريشي کي گهڻو ڪري پوءِ "سينئر" ڪري لکيو ۽ سڏيو ويندو هو. حفيظ قريشي "سينئر جونيئر" تي نٽي سگهيو. حفيظ قريشي فقط هڪڙو لکن جو مت هو. اهو هو حفيظ قريشي هالن پراڻن وارو، هن جڻ ته خاڪساريءَ وارن ڏينهن وارو بيلچو ڪلهن تان سڄي عمر

لاٿو ئي ڪونہ. هن ڪنهن وقت علامہ مشرقيءَ واري خاڪسار تحريڪ ۾ ننڍي ڪنڊ جا وڏا وڏا معرڪا سرڪيا. مير علي احمد ٽالپر، جمال ابڙو ۽ لال بن يوسف جهڙا ماڻهو پڻ هن جي خاڪساريءَ واري ڏينهن جا سنڌس ساٿي رهيا هئا. هو جيڪڏهن پنهنجو سمورو وقت پئسي ميڙڻ ۽ وڪالت تي خرچ ڪري ها تہ اي. ڪي. بروهي ۽ خالد اسحاق جهڙي پايي وارن وڪيلن جي قطار ۾ مجبو وجي ها. چاڪاڻ تہ هو هڪ نهايت ئي چاڻو ۽ قابل وڪيل هو. هو اخبار جي هاڪر کي بہ بل چيڪ جي صورت ۾ ڏيندو هو. پر جيڪا لکتي ڪيس پسند ايندي هئي سا تجوڙي ۾ محفوظ ڪري رکندو هو. هو هڪ رنگا رنگ ڪردار ۽ شخصيت جو مالڪ هو. هو ساڳي وقت هڪ ڪفايت شعار ۽ وڏو مهمان نواز پڻ هو. هو ڳالهين جو ڳهير هو. هالن پراڻن ۾ پري پري کان ڪنهي سنڌ جا سياسي ڪارڪن ۽ اديب سنڌس ڳالهيون پنڊ پهڻ تي ٻڌندا هئا. هن جا چيل ڪيترا جملا ۽ ڳالهيون اجوڪي سنڌ جي جڻ تہ هاڻوڪي "لوڪ ادب" ۽ "لوڪ سياست" جو حصو بڻيل آهن. هن جي ڳالهين مان ڪنين سياسي پهاڪا بڻيل آهن. مثال طور "هل پيٽهان سنڌي قوم!" هن جي بولي ڪنهن بہ ايڊيٽنگ ۽ سينسر جي محتاج ڪونہ هئي. هن هر طرح سان پنهنجي گهران پني ڪاڏو، هو سنڌ ۾ ڪميونسٽن خلاف لفظ "ڍيندڙا" جو مؤجد پڻ هو. هو جيڪڏهن ڪالهہ جي روس ۾ پيدا ٿئي ها تہ ويجهي وقت ۾ هو هڪ وڏو منحرف دانشور هجي ها ۽ ڳپل زندگي سائيبريا جي ڪئمپن ۾ پيو گهاري ها. حيرت آهي! سنڌ ۾ هو "انقلابين" يا قومپرستن جي نسلن سان گذريل اڌ صدي کان گڏ رهندو پئي آيو. هو بہ جي. ايم. سيد وانگر جنهن ڳالهہ تي هو. ان تي آخر دم تائين ثابت قدم رهيو. جيڪڏهن پنهي سان هڪڙي ڪٽ تي گڏ سمهندڙ حفيظ قريشي چاهي ها تہ هو بہ پنهنجن ڪن "پراڻن يارن" جيان حڪمرانن سان "اندر ڊيل" ڪندي ڪروڙين روپيا پيو ڪمائي ها. ۽ "سنڌ جي نيڪيداري" بہ پيو ڪندو اچي ها، پر هن ائين نہ ڪيو. هن جا دوست جڏهن حڪمران بڻيا، حفيظ قريشي سندن قيدي بڻيو. هو فيشني دهريو تہ ڪونہ هو پر خدا ۽ مذهب ڏانهن سندس لاڙي جي هن تشهير بہ ڪڏهن ڪونہ ڪئي. هو مذهبي معاملن ۾ بہ هڪ غير معمولي سيڪيولر رويا رکندڙ هو. مذهب ۽ فلسفي سان هن جي خاص رغبت هئي پر هن پنهنجا اهڙا لاڙا ڪنهن جي بہ مٿان مڙهيا ڪون، هن سنڌ ۾ اردو ڳالهائيندڙن لاءِ بنا ڪنهن رک رکاءَ جي پنهنجا رايا رکيا ٿي پر هن جي خاص دوستن مان وڏو حلقو اردو جي دانشورن ۽ سياستدانن جو پڻ هو. شايد هن جي هڪڙي گهر واري پڻ اردو ڳالهائيندڙ هئي. هو نوابشاهہ جي سينئر شهري ۽ ڪميونسٽ سيد رشيد احمد شاهہ وٽ پان بہ پيو کائيندو هو ۽ ساڻس حجت ۾ "ڍيندڙن" ۽ اردو ڳالهائيندڙن تي پنهنجي راءِ جو پنهنجي مخصوص انداز ۾ اظهار بہ پيو ڪندو هو. اهڙن هن

جي خاص الخاص دوستن مان بهاري دانشور پڻ آهن، جيڪي خاڪساريءَ وارن ڏينهن کان سندس ساٿي هئا. حفيظ قريشي سنڌ مان ولي خان واري نعپ جو اڳواڻ پڻ هو. هو هڪ آجپي پري سنڌ ۾ يقين رکندڙ ۽ ان لاءِ وڙهندڙ سپاهي هو. حفيظ قريشي جي وادي "صبحاڻڪي سنڌ" ضرور ٿيندي ۽ اجوڪي سنڌ هن کان وڌيڪ نڌڪي آهي. سنڌي قومپرستن جي سياسي ميڙن. شايد اڪيلو ۽ قدآور مدلل عقل مند مقرر هاڻ ٻڌندڙ سدائين مس ڪندا رهندا. هو پارٽي وابستگين واري تعصب کان مٿاهون پنهنجي خيالن ۽ خوابن ۾ سدا جوان جهونو دانشور حفيظ قريشي ڌرتيءَ جي گود ۾ سمهي پيو آهي.

روزانه "ڪاوش" حيدرآباد. ٣١ جولاءِ ١٩٩٧ع.

# عاشقِ سنڌ: چاچو حفيظ قريشي

ڊاڪٽر حيدر سنڌي

١٩٨٢ع جي ڳالھہ آهي جو مون چاچي حفيظ قريشيءَ کي پھريون ڀيرو ڏٺو. هو هڪ شينهن وانگر اسٽيج تي آيو ۽ گجگوڙ سان تقرير جي شروعات ڪيائين. هن پنهنجي سڄي تقرير، مرحوم حسن باغي پاران چيل جملي "غلام قوم جا غلام فرزند" تي ڪئي. بلا جو مقرر هو سندس تقرير، سندس پُر مغز علم ۽ بحر جو دليل هوندي هئي. مونکي سندس تقرير ڏاڍو متاثر ڪيو. آئون بہ سندس پرستارن مان هڪ بڻجي ويس.

چاچو حفيظ قريشي پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ئي سنڌ جي سياسي ميدان ۾ آيو. پاڻ علامہ عنايت الله مشرقيءَ جي خاڪسار تحريڪ جو رڪن بڻيو ۽ بافتو پائڻ شروع ڪيائين. زندگيءَ جي آخري لمحي تائين بہ ان روايت کي برقرار رکيائين. پاڪستان ٺهڻ بعد جڏهن سنڌ سائين جي. ايم. سيد سان حيدر منزل ڪراچي تي ملاقات ٿي تہ پاڻ سندس سياسي رفاقت ۾ شامل ٿيڻ جو اعلان ڪيائون جيڪا زندگي جي آخري دم تائين برقرار رهي. پاڻ نيشنل عوامي پارٽيءَ جا مرڪزي سينئر صدر بہ رهيا. سنڌي عوامي تحريڪ جي باني اڳواڻ طور ۽ ان جا مالي مددگار بہ رهيا پر جنهن بہ، جڏهن بہ ۽ جتي بہ سائينءَ جي. ايم. سيد جي مخالفت يا گلا ڪئي تہ ان کي يڪدم ڇڏي اُهو سياسي ميدان ئي ڇڏي ويا. توڙي جو محترم رسول بخش پليجو وڪالت ۾ سندن شاگرد ۽ جونيئر هو ۽ عوامي تحريڪ بہ گڏجي ٺاهيائون پر سيد جي مسئلي تي پاڻ سدائين ساڻس اختلاف رکندا آيا.

چاچي حفيظ قريشي جي شخصيت گهڻ پاسائين رهي آهي. سندن سڀ کان وڏي خوبي اها هئي جو پاڻ فلسفي جهڙي ڏکئي موضوع کي هڪ عام سادي ۽ ڪلاتيندڙ لهجي ۾ لاهي، هر ٻڌندڙ کي سولي نموني سمجهائي سگهندا هئا. سنڌ ۾ اها خوبي ڪنهن بہ مقرر ۾ ڪانهي. پاڻ جتي بہ هوندا هئا تہ سندن گفتگو ۽ تقرير جو محور سنڌ هوندي هئي. سنڌ جي مسئلي تي ڪنهن سان بہ سمجهوتو نہ ڪندا هئا ۽ هميشه هڪ يگاني ۽ الستي عاشق وانگر سنڌ جي دفاع ۾ ڪيس وڙهندا هئا توڙي جوڪين سنڌين کان سدائين شڪايت رهندي هئي پر ان هوندي بہ وڏي واقعي سنڌ سنڌ چوندا رهندا هئا.

سنڌين کان کين وڏي شڪايت اها هئي تہ سنڌين جي. ايم. سيد جهڙي عظيم رهنماءِ سنڌ جي آزادي جي پيغام کي پنهنجو نہ ڪيو آهي ان ڪري پاڻ

پنهنجي مخصوص انداز ۾ سدائين سنڌين کي گاريون ڏيندا هئا. ڪنهن پڇيو ته سائين اوهان جهڙو دانشور ڀلا ڪلئي عام سنڌين کي ڪچيون گاريون ڇو ٿو ڏئي؟“ ته پاڻ ورائيائون ته ”سنڌي آهن ئي انهيءَ جا لائق.“ ۽ هڪ دفعو اهو به چيائون ته ”گاريون ڏين ذاتي احتجاج جو سستو طريقو آهي“ انهيءَ جي دليل ۾ چوندا هئا ته ”لطيف سائين به سنڌين کي گاريون ڏنيون آهن ته جيئها جي تيها، مارون مون ميڇيا“ پاڻ سدائين ڪميونسٽن توڙي ڪميونسٽ نظريي جا مخالف هئا. آئون يقين سان چوان ٿو ته پوري پاڪستان ۾ ڪنهن به دانشور سرعام ڪميونسٽن کي تقريرن ۾ ايترو رد نه ڪيو آهي جيترو حفيظ صاحب. سندن هر تقرير ۾ ڪميونسٽ خاص نشانو هوندا هئا. چو ته ڪيس ڪائن اها شڪايت رهي هئي ته ”ڪميونسٽ انڪار وطن جي سياست ڪن پيا ۽ هو سنڌ کي هڪ ملڪ ۽ سنڌين کي هڪ قوم مڃڻ لاءِ تيار نه آهن“ انهيءَ ڪري ئي ڪامريڊڙا سدائين سندن مخالفت ۾ لڳا پيا هوندا هئا ته حفيظ قريشي، قدامت پسند،رجعت پسند ۽ سامراجي ذهنيت جو آهي وغيره پر پاڻ ڪڏهن به سندن پرواه نه ڪيائون.

جڏهن به سنڌ ۽ سنڌين تي ڏکيو وقت ايندو هو ته حفيظ صاحب هر حال ۾ ساڻن گڏ هوندو هو. پوءِ اهو ون يونٽ جو ڏمر هجي يا بولي جا فساد. ۱۹۸۸ع وارا جهيڙا هجن يا سنڌي قومپرستن تي عذاب مون کي ياد آهي ته ۱۹۸۴ع ۾ جڏهن ٿوڙي ڦاٽڪ وٽ فوجين هٿان پنج شاگرد شهيد ٿيا هئا ۽ باقي ڪيترائي گرفتار ٿيا ته ان وقت پاڻ دل جي سخت دوري سبب ديوان مشتاق وارڊ حيدرآباد ۾ داخل هئا. ڊاڪٽرن سندس ملاقات تي به پابندي هڻي ڇڏي هئي پر جڏهن پاڻ انهيءَ حادثي جو ٻڌائون ته باوجود گهر وارن ۽ ساٿين جي جهلڻ جي پان ڪٽائي ٽربيونل ۽ ڪورٽن ۾ سنڌي شاگردن جو ڪيس وڙهيائون. سنڌ ۾ اهڙو مثال ڪو ٻيو ڪونهي اها هئي سندس سنڌ ۽ سنڌين سان محنت ۽ ڪميٽمينٽ انهيءَ لاءِ ئي لطيف سرڪار فرمايو آهي ته:

”جيئن جيئن تپي ڏينهن، تيئن تيئن وڌي نينهن.“

حفيظ صاحب جو ريشم گلي وارو گهر سنڌي قومپرستن جو سدائين اڏو رهيو. ون يونٽ توڙ تحريڪ کان وٺي ۱۹۸۸ع وارن فسادن تائين هر قومپرست لاءِ سندن دروازا ڪليل رهندا هئا. سندن جاءِ جي هيٺين حصي ۾ قومپرست ڪارڪن سدائين ويٺا ڪچهريون ڪندا هئا. ۽ پاڻ پنهنجي علمي بحر ذريعي کين مختلف سمجهاڻيون ڏيندا هئا. سندن سمجهاڻيءَ جو اهڙو ته انداز هيو جو ٻڌندڙن کان رهيو نه ٿي سگهندو تائين سندن ڪچهريون نه وسرنديون هيون.

سائين جي. ايم. سيد سان سندن محبت جنون جي حد تائين هوندي هئي جڏهن به سيد جي سالگرهه ٿيندي هئي ته پاڻ هر حال ۾ سن پهچي ويندا هئا. سيد جڏهن به سنڌ جو دورو ڪندو هو ته پاڻ گهڻو ڪري ساڻس گڏ گشت

۾ شامل ٿيندا هئا. جڏهن سائينءَ کي گسٽ دوران گرفتار ڪيو ويو ته حفيظ صاحب به سائينءَ سان گڏ سينٽرل جيل ڪراچي ۾ قيد رهيا. جيڪڏهن ڪو به دانشور يا اديب سيد تي تنقيد ڪندو هو ته پاڻ ڪچين گارين ذريعي به پنهنجو احتجاج رڪارڊ ڪرائيندا هئا. ان ڪري اڪثر اديب سندن سامهون سيد بابت ڳالهائيندي به احتياط ڪندا هئا. سنڌ جي سياست ۾ سندن طريقو ۽ نقطئه نظر الستي ۽ منصوري رهيو. يعني جيڪا ڳالهه دل ۾، ساڳي زبان تي. منافقت سندن ڊڪشنري ۾ هئي ئي ڪانه. پاڻ ڪڏهن به ڪنهن سان سمجهوتو ڪرڻ سکيائي ڪونه هئا. ان ڪري ئي عام جلسن ۽ ڪچهرين ۾ علي الاعلان مخالفتون ڪيائون ۽ مخالفتن جا طوق پنهنجي ڳچي ۾ وڌائون.

ساري شهر وسايا پٿر، جن کا چڪنا چور هيو،

پوءِ به هن ئي نعرا ماريا، مڙس ته ڪو منصور هيو (اياز)

اڄ ڪلهه سياسي ليڊر شهرت خاطر وڏين وڏين گاڏين ۾ چڙهي سٺي پوشاڪ پهري پاڻ سان غير ضروري ماڻهن جو دنب ڪٽي هلڻ کي فيشن محسوس ڪن ٿا پر حفيظ صاحب باوجود خانداني طور وڏي زميندار هئڻ جي سادگي ۽ شائستگي اختيار ڪندا هئا. سندن لباس سادو ۽ گاڏي به سادي. وڏو سفر هوندو ته بس ۾ سفر ڪندا ۽ جتي به جهڙي به حال ۾ قيام هوندو ته جي بسم الله ڪندا ۽ شڪايت نه ڪندا. اهو سندن زندگيءَ جو ڪمال هو. پاڻ سدائين نڊر ۽ اٽل انسان رهيا. ون يونٽ ۽ ضيائي مارشل لا توڙي ڀٽي صاحب جي سخت دور ۾ جڏهن چڱا ڀلا سياستدان ڪناره ڪش ٿي ويا هئا ته به پاڻ الستي انداز ۾ جلسن جلوسن ۾ اچي شريڪ ٿيندا هئا. سندن اندازِ بيان ڪري ڪيترائي ماڻهو سندن تقريرن جا عاشق هوندا هئا. ڪو وقت هو جو هر قومي ڪاج ۾ سندن شرڪت لازمي سمجهي ويندي هئي. ڪڏهنْ ڪڏهن ته ڪلاڪن جا ڪلاڪ عوامي انداز ۾ پُر مغز دليل ۽ سمجهاڻيون ڏيئي ڪارڪنن جي علم ۾ اضافو ڪندا هئا.

نيٺ ٢٩ جولاءِ اهو نياڳو ڏينهن به آيو جو چاچو حفيظ قريشي اسان کان هميشه هميشه لاءِ موڪلائي ويو. سندس لاڏاڻو سنڌ جي قومي تحريڪ ۽ قومي ڪارڪنن لاءِ هڪ وڏو سانحو آهي. سندن وڃڻ ڪري سنڌ جي قومي تحريڪ ۾ جيڪو خال پيدا ٿيو آهي اهو ڪڏهن به پُرجڻ جهڙو ڪونهي. اڄ جڏهن هو اسان جي وچ ۾ موجود ڪونهي تڏهن سندن سمجهاڻيون ۽ خيال سندن روح جي ترجماني ڪري رهيا آهن پر افسوس رڳو انهيءَ ڳالهه جو آهي جو سندن جسم سندن روحاني خواهش موجب سيد اعظم جي قدمن ۾ دفن نه ٿي سگهيو. تاريخ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اهڙا چاهيندڙ عمل ناممڪن به بنجي ويندا آهن پر عارضي طور تي چا چي گويرا جو مثال سنڌين کان وسري ويو آهي!؟

# آزاديءَ سان عشق ۽ حفيظ قريشيءَ جا آدرش

ابراهيم عمراڻي.

حفيظ قريشي ايڏو وڏو سياستدان نه ڪونه هو، پر مرڪز توڙي سنڌ سطح جي ترقي پسند ۽ جمهوريت پسند سياستدانن ۾ سنڌس سياسي طرح سان يا آدرشي لحاظ کان قد مٿي آهي. سياست جو پڪو شاگرد ۽ استاد، قانون جو وڏو ڄاڻو، وڪيل، انسان جي بنيادي حقن ۽ گڏيل قومن جي انساني حقن جي چارٽر جو رکوال- ١٩٤٠ع جي لاهور واري قرارداد مقاصد جنهن جي پاس ٿيڻ جي صورت ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو. تنهنجو ذاتي مشاهدو رکندڙ، پارلياماني آئيني نظام ۾ مرڪزي اختيار، صوبائي خودمختياريءَ جو مڪمل ڄاڻو ۽ دائي. غلاميءَ جي لعنت اها ڪهڙي به قسم جي هجي ان کان حد درجي نفرت، آزادي سان عشق جي حد تائين پيار، آدرشي سياستدان، پنهنجي آدرش سان سچو هجڻ ڪري ڪنهن به آدرشي تحريڪ ۾ شموليت ڪيائون نه موت جي سامهون به ان تحريڪ سان وفاداريءَ جو سبق پڙهيائون، جنگ آزاديءَ جو سپاهي، علم ۽ ادب جو پارکو هو.

هن سچي آدرش جو مجسمو، جنهنجو نالو حفيظ قريشي آهي. سنڌن سياسي زندگي جو احوال هينئن ٿو ملي. هن ورهاڱي کان پهرين جنگ آزادي جي تحريڪ ۾ خاڪسار تحريڪ سان نڀايو، خاڪسار تحريڪ جنهنجو منشور هي هيو ته، ماڻهو پنهنجي اصليت تي اچن. نالي ۾ ظاهر آهي ننڍو ماڻهو، وڏو ماڻهو، امير غريب، رئيس، اوچي ذات، نيچ ذات، احساس برتري، احساس ڪمتريءَ کي ختم ڪري مساوات ڏانهن اچن. تحريڪ جو مونو گرام پائي چاري جو نشان ٻانهن تي ٻڌل ۽ خاڪي وردي. قوهه جواني ان تحريڪ جي جدوجهد ۾ گذاريائين. ورهاڱي کانپوءِ پاڪستان ۾ تاقيل وزيراعظم نوابزاده لياقت علي خان جي صدارت ۾ مسلم ليگ ون پارٽي حڪومت ۽ مرڪز مضبوط جي ۽ استحڪام پاڪستان جي آڙ ۾ سياست ڪرڻ لڳا- صوبن جا حق خودمختياري غصب ڪرڻ، جمهوريت جي نفي، گهڻ قومي ملڪ پاڪستان کي هڪڙي وحدت ۾ غلام بڻائڻ لڳا. تڏهن مسلم ليگ ۾ هڪڙو "پريشر گروپ" پيدا ٿيو. جيڪو ايسٽ پاڪستان جي ماهر قانوندان مجيل سياستدان صوبائي خودمختياريءَ جي دائي،

جمهوريت جي ڪوڏيي مرحوم حسين (شهيد) سهروردي جي سربراهيءَ ۾ عوامي ليگ جي نالي سان پارٽي وجود ۾ آئي. حفيظ قريشي ورهاڱي کانپوءِ خاڪسار تحريڪ ٽئن سان ني پاڻ خاموش ۽ اڪيلا ٿي ويا. پر ساٿن انقلابي ذهن ۽ دل پُرسوز عزم سان پريل هئي. هاڻي مرڪز مضبوط پاڪستان ۾ پارلياماني جمهوري نظام جي خلاف ڪم ڪرڻ انساني حقن جي، پوري ملڪ جي عوام جي، بنيادي حقن جي لتاڙ جنهن ۱۹۴۰ع واري نهراءَ تي پاڪستان جنم ورتو،معنيٰ صوبن جي ميندبت سان انهن جي خودمختياري، انهن صوبن کي انهن جي زبان ۽ ثقافت کي ختم ڪري ون يونٽ جي صورت ۾ لاهور پنجاب جي ماتحت نئين سرسياسي غلام بڻايو ويو. انهيءَ سياسي الميي کين خاموش ويهڻ ڪون ڏنو. مضبوط مرڪز سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ عوامي ليگ ۾ شموليت اختيار ڪري هڪڙي ورڪر جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ لڳو وبتر جو ايست پاڪستان مان اعليٰ سياستدان، عالم، جهوني صحافي، سيڪولر، جمهوريت پسند مولوي فضل حق جي سربراهي ۾ جڳنو فرنٽ پارٽي ساڳئي آدرش سان وجود ۾ آئي، تنهن جو به پرپور سات ڏنائون. انهيءَ دوران سنڌ جي سطح تي ساڳئي آدرش جا به وڏا سنڌ ماءُ جا سچا سپوت سنڌ جي آزادي جا سچا عاشق، سنڌ جو رڳو نعرو هڻڻ ۽ نعرو هڻي مفاد حاصل ڪرڻ وارا نه!. "وفادار" - وفادريءَ جو سبق موت جي سامهون به پڙهڻ وارا!! جمهوريت جا ڪوڏيا سنڌيءَ جا عالم، شاعر، سنڌي ساهت ۾ وڏا نالا بين الاقوامي انساني حقن ۽ بنيادي حقن جا حامل اديب اصول پسند رهنما جهڙا چئجن ملي ويا. کين جهڙي گنگا ملي ويئي. اهي هستيون هيون باباءِ سنڌ حيدربخش جتوئي صاحب، رهبر سنڌ جي. ايم. سيد. سنڌ جي انهن بنهي رهنمائن جي اصولي آدرشي، سياسي، سماجي جدوجهد کان سنڌي قوم جا سجان پلي پت وقف پڻ آهن.

حفيظ قريشي صاحب هنن بنهي صوفي صفت سياسي رهنمائن جو مريد ٿي، سنڌ جي آزادي جي آدرش سان هنن سان پاڻ کي امر پي ڪري چڏيائون. خالق جوڻيجي جي چوائي "حفيظ قريشي سنڌ جو ڪيس ڪهڙي به جلسي ۾ ڪهڙي به وڏي شهر ۾ مدلل نموني سان پيش ڪندا هيا، اهو ڪونه ڏسندا ۽ سوچيندا هيا ته (ان جو) رد عمل ڇا ٿيندو. سنڌ جي آزاديءَ جا دشمن سياسي تقتل وينا آهن. چريو آهين ته چئي بڏاءِ مستن تي ڪهڙي ميار آهي" انهيءَ سچائي جي آدرش جي ڪري پيٽي صاحب جي آمراڻي دور ۾ به سال جيل ياترا به ڪيائون. مون ڪراچي جهڙي ايشيا جي وڏي شهر ۾ به سندن تقريرون ٻڌيون، پهرين تقرير پيٽي صاحب جي دور حڪومت ۾ جڏهن ڪراچي ۾ سنڌ انفارميشن طرفان سنڌ سينٽر قائم ڪيو ويو هيو، اتي سنڌ جي مها ا بين کي گهرائي شام ملهائي ويندي هئي. هتي هڪڙي شام ۾ کين گهرايو ويو هو، اداري

جو مقصد هي هيو تہ سنڌي آدرشي دانشورن کي پاليسي باز دانشور ناهيو وجي. پر جڏهن کين تقرير لاءِ سڏيو ويو تہ سرڪاري اداري ۾ ٻين دانشورن جي پاليسي بازن کان هٽي ڪري پنهنجي آدرش جي ڳالهہ ڪيائين، چيائين "مون عوامي ليگ ۽ جگنو فرنٽ هر هڪ سهروردي صاحب ۽ مولوي فضل الحق شير بنگال جي مرڪزي سياست کان بيزار ٿي جڏهن مون ڏٺو تہ منهنجي پنهنجي ڌرتي تي سنڌ جي آزادي جا سچا آدرشي رهنما هر هڪ باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي ۽ سائين جي. ايم. سيد پنهنجي سنڌ ڌرتي جي حقن لاءِ آزادي جي جنگ وڙهي رهيا آهن، تہ پوءِ مون کين چيو مون مرڪزي سياست کان بس ڪئي. هتان ڪجهہ بہ ناهي ورتو. سنڌ انفارميشن بابت ڳالهائيندي چيائين تہ "هي ادارو مرڪز مضبوط طرفان سنڌ جي دانشورن ۽ سچن اديبن کي پنهنجي آدرش کان ڌور ڪرڻ وارو آهي، انهيءَ ڪانپوءِ وينتر سراج ميمڻ صاحب، حفيظ قريشي جي يونيواري ڪندي هڪڙي ٻي شام جي ساڳي فنڪشن ۾ سچ ڳالهائيندي چيو، هن ئي اداري (انفارميشن) سنڌي ساهت تي راتاهو هنيو، سنڌي آدرشي تخليقي ادب تي ضابطو هڻڻ جو انڪشاف ڪيو. پوءِ تہ هن مرڪز مضبوط جي اداري ۾ سچ جي سٽ سهڻ جي سگهہ نہ رهي، جلد سنڌ سينٽر بند ڪيو ويو. ٻي سندس تقرير جيڪا مون ٻڌي، اجا بہ منهنجي ڪنن تي پڙلاءُ ڪري رهي آهي، سا هئي سائين جي. ايم. سيد جي سالگره تي جيڪا ڪراچي ۾، ۹۲ع ۾ جام صادق علي جي دور حڪومت ۾ ٿي هئي. اها سالگره واري تقريب ڪراچي پٽيل (نشتر) پارڪ ۾ ٻين وڏن جلسن کان منفرد هئي، انهيءَ ڪري سڄو شهر ڪراچي ۽ اندرون سنڌجي عام ماڻهن سان ڀريل ۽ ڇانيل هيو، اسٽيج مٿيرو ۽ سهڻي نموني سان سينگاريل هئي. مٿس رهنماءِ سنڌ جلوه افروز هيا، ٻيا سنڌ ۽ پاڪستان جا وڏا نالي وارا مقرر سياستدان معراج محمد خان، فتحياب علي خان، ۽ سرڪاري وزير جنهن ۾ انوقت جي ايم. ڪيو. ايم جا وزير ۽ ٻيا بہ گهڻا ٽُرم خان وينل هئا. جڏهن حفيظ قريشي کي تقرير لاءِ سڏيو ويو، ٻهريان تہ هڪڙي نام نهاد قومپرست کي اهڙيون تہ سٽ سريون ٻڌايائين جيڪو ان لائق هيو. ان نام نهاد قومپرست پنهنجي تقدير ۾ سائين جي سيد جي ڪجهہ آدرشن سان اختلاف جو اظهار ڪيو هو سو سندس حق هو! پر حفيظ قريشي صاحب بہ حق جي ڳالهہ ڪئي، نام نهاد قومپرست کي مخاطب ڪندي چيائين "توهان جي حيثيت آهي، هوائي جهاز ۾ چڙهڻ، هي چا هي، پنهنجي پاليسي جي مطابق گنگا وڃو تہ گنگا داس، جمنا اچو تہ جمناداس، هر هفتي اسلام آباد جو طوائف ڪريو ٿا اسلام آباد وڃو تہ مرڪز مضبوط جي ساراهہ، سنڌ ۾ اچو تہ پڪا قومپرست وري سائين جي. ايم. سيد سان اختلاف!!! سائين جي. ايم. سيد پنهنجي اصول ۽ آدرش جي خاطر اسلام آباد تہ ڇا ڪڏهن لاهور بہ ڪونہ ويا.

هاڻي پنهنجي اصل موضع تي اچون ٿا. سنڌ جي آزادي جي ڪيس بابت، ڇيائون اهي ٿوهان جو ڌيان ڇڪايان ٿو. سنڌ ۵ هزار سالن کان آزاد قديمي، قدرتي ملڪ آهي جنهنجو ثبوت موهن جو دڙو، هڙاپا آهي، جيڪا پنهنجي جاگرافي تاريخ، ثقافت، زبان، علم، ادب، تهذيب، اخلاقي معيار سان عالم آشڪار آهي.

پاڪستان؛ غير فطري ملڪ آهي. جنهنجو ثبوت ۱۹۴۰ واري قرارداد مقاصد لاهور آهي جنهنجو ظهور اڄ به لاهور ۾ مينارپاڪستان جي ڪتبي تي لکيل آهي.

۴۵ سال گذرڻ جي باوجود پاڪستان جي نام نهاد سياستدان بيرو ڪريسي سان ملي سنڌ سان ۴۰ واري ٺاهه جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي. جنهن ۾ چيو ويو هو "آزاد پاڪستان ۾ آزاد سنڌ صوبائي اندروني خودمختياري، خود ارادي ليجسليٽو اسيمبلي سان قائم رهندي، هاڻي اسان سنڌي قوم کي حق پهچي ٿو ته پاڻمرادو ۴۰ع واري ايگريمينٽ جي ڀڃڪڙي ڪري سنڌ کي آزاد ڪريون. اسان سنڌي اهو ٺاهه ٽوڙيون پاڪستان ٽٽا ٽوڙيون سنڌ ڌرتي جي بابت ڇيائين، سائين جي. ايم. سيد ڏانهن اشارو ڪندي ڇيائين سائين ته هي اڄ بين الاقوامي انقلابي شخصيت آهي. ڪين ڪنهن بڻايو آهي؟ سنڌ. پاڪستان کي ڪنهن بڻايو آهي؟ سنڌ! سنڌ کي پاڪستان ڪونه بڻايو آهي، حفيظ قريشي کي به سنڌ بڻايو آهي. اها هڪڙي ڪليل حقيقت آهي ته سنڌ کي ڪنهن نه بڻايو آهي ! هي هڪڙو گنڀير داستان آهي هن تي لکبو ته هڪڙو ڊگهو مضمون بڻجي ويندو.

حاصل مطلب هي آهي ته سائين جي. ايم. سيد، حيدر بخش جتوئي، حفيظ قريشي، انالحق سچار سنڌ بڻجڻ غير معمولي ڳالهه آهي ته سهي، پر هن؛ هڪڙي وات ڏسيءَ آهي، سنڌ سان عشق جي، ٻي معنيٰ ۾ سنڌ جو ٿي وڃڻ سنڌ کي پنهنجو بڻائڻ پاليسي آهي، سنڌ جو ٿي وڃڻ عشق آهي، جنهن کي اصول به چئي سگهجي ٿو. حفيظ قريشي سائين جي. ايم. سيد جي وفات کانپوءِ وري به سياست ۾ اڪيلو ٿي ويو ڇاڪاڻ ته جيئي سنڌ محاذ ۽ جيئي سنڌ تحريڪ ۾ ڌار پئجي ويو ۽ علحدگي ٿي ويئي. پر پاڻ پنهنجي سياسي آئيديل جي. ايم. سيد جي ڇڏيل آدرش سان يعني سنڌ جي آزادي سان عشق جي وات پنهنجي انقلابي ذهن، پر عزم ارادي سان واڳيل رهيا. هي اڪيون "اتي ٿي آهين، جتي اوهان ڇڏيون. ٻئي در واجهائين ته ڪڏي ڪانگن کي ڏيان".

آخري وقت ۾ بيماري جي بسنري تان سندن هڪڙو بيان اخبار ۾ ڇپيو "سنڌي سنڌريا يا نه سنڌريا سنڌ ضرور آزاد ٿيندي" بهرحال جوڳي پنهنجي جوءِ هليا ويا.

روزانه "عوامي آواز" ڪراچي، ۱۲ آڪٽوبر ۱۹۹۷ع.

# وڏي وَٿُ هيام، باروچا پنپور ۾

## خاڪي جويو.

۱۹۹۷-۷-۲۹ جي ڏينهن شام جو پوڻي اٺين وڳين ڌاري زلف پيرزادي سنڌ اخبار مان فون ڪري معلوم ڪيو ته خبر پئي آهي ته سنڌ جو معمر قومي اڳواڻ حفيظ قريشي (سينئر) وفات ڪري ويو آهي. مهرباني ڪري توهان اها تصديق ڪري ٻڌايو ته اها ڳالهه ڪيئن آهي؟ مون ڪائنس ڪجهه ٽائيم گهريو ۽ پوءِ قريشي صاحب جي ٻن فرزندن ڊاڪٽر طاهر ۽ وڪيل نياز قريشي صاحب جي گهر جو رخ ڪيو. سندن گهرن تائين پهچي منهنجي دل کي هڪ وڏو ڌڪ لڳو جو ته ٻئي گهر بند پيا هئا. پاڙي مان معلوم ٿيو ته ڪين اڄ ٥ بجي ڌاري هالن مان فون آيو هو ته وڏو قريشي صاحب وفات ڪري ويو آهي، ان ڪري اوڏانهن ويا آهن. مون کي موٽندي قريشي صاحب جا اهي لفظ ڪنن ۾ وڄڻ لڳا. جيڪي هن پاڻ بابت ڪجهه وقت اڳ هتي ني پيٽائي ٽائون واري گهر ۾ پنهنجيءَ پوئينءَ بيماريءَ جي دوران مونکي هڪ ڪچهريءَ ۾ چيا هئائون ته "ڊاڪٽر جون ٿا ته توهان کي جيڪڏهن هاڻي هرٽ اٽيڪ ٿيو ته اهو موت جو سبب بڻبو جو ته هاڻي توهان وٽ وڏيڪ هرٽ اٽيڪ برداشت ڪرڻ جي گنجائش ڪانه آهي." پاڻ ڪجهه وقت اڳ هتي پنهنجي نندي پٽ ڊاڪٽر طاهر جي گهر ترسيل هئا ۽ ان کان اڳ انهيءَ ساڳيءَ تڪليف جي حوالي سان ديوان مشتاق ايل ايم سي حيدرآباد ۾ داخل هئا. سندن طبيعت تمام ضعيف ٿي وئي هئي ۽ ويهندا هئا ته ڪين پيو ڪو اٿاريندو هو. تڏهن اٿي سگهندا هئا. پرڪچهريءَ ۾ ڳالهائڻ ويهندا هئا ته ڪوبه اهو محسوس نه ڪندو هو ته پاڻ ڪنهن بيماريءَ جي عارضي ۾ آهن يا ضعيف آهن، چاڪاڻ ته سندس ڳالهائڻ جو انداز اهوئي طاقتور ۽ زوردار هوندو هو. مون کي چيو هئائين ته "آءٌ هاڻي خبر ناهي ته گهڻا ڏينهن زنده رهان، ان ڪري چاهيان ٿو ته سنڌ جي سيني سجڻن ۽ گهڻ گهرن سان ملي ساڻن سنڌ جي آزاديءَ بابت ڳالهايان ته اهي پاڻ ۾ گڏجي آزاديءَ جي جدوجهد جو نه ٿا ڪن"·ان حوالي سان هو پليجي صاحب سان مليو هو. قادر مگسيءَ سان مليو هو. ابراهيم جويي سان مليو هو ۽ مون کي چيو هئائين ته "توهان آريسر صاحب کي نياپو ڏيندا ته هو مون وٽان ٿي وڃي، چاڪاڻ ته مونکي خبر ناهي ته پاڻ ڪٿي ٿو رهي، نه ته جيڪر آءٌ وٽس هلي وڃان" ۽ مون پوءِ آريسر صاحب کي اهو نياپو ڏنو هو ۽ پوءِ هو ۽ ڊاڪٽر نياز ڪلاٽي صاحب ساڻس ملڻ آيا هئا. پر پوءِ جڏهن آءٌ قريشي سان مليس ته هن ٻڌايو ته "مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو ته آريسر صاحب باوجود منهنجي

اسرار تي گهڻو وقت مون وٽ ڪونہ ترسيو ۽ مون کان خير و عافيت پڇي هليو ويو. جڏهن تہ مون کي ساڻس هڪ وڏي ڪچهري ڪرڻي هئي ۽ سائين جي. ايم. سيد جي سنڌو ديش جي پروگرام بابت معلوم ڪرڻو هو تہ ان بابت آخر ڇا خيال آهي، اهوئي سبب آهي، جو آئون ڪيس پيرين پئي مليو هوس، جو هو سائين جي. ايم. سيد جو سياسي جاءِ نشين آهي، ان ڪري مونکي ڪيس اهڙي ئي عزت ڏيڻي هئي." اهڙيءَ طرح سنڌن اهو بہ پختو خيال هو تہ هو محترمہ بينظير سان پڻ ملاقات ڪندو. جنهن لاءِ سنڌس خيال هو تہ پهرين مخدومن سان ملي ڪين ڇوي تہ اهي سنڌس بينظير سان ملاقات ڪرائين. پوءِ چيائين تہ "حاڪم علي زرداريءَ سان منهنجي سني ڏيٺ ويٺ آهي. ان ڪي چوندس تہ مون کي مائيءَ سان ملائي تہ آئون ڪيس چوان تہ هن کي هاڻي پاڪستان جي سياست ڇڏي سنڌ جي سياست ڪرڻ کپي ۽ ان ۾ ئي سندس سياسي مستقبل بہ آهي تہ سندس خاندان جو بچاءُ بہ آهي. جيڪڏهن بينظير ائين نہ ڪندي ۽ سنڌ جي سياست نہ ڪندي ۽ مسلسل پاڪستان جي سياست ڪندي رهندي تہ نہ سندس سياست جو مسقبل محفوظ رهندو ۽ نہ سندس خاندان جو مستقبل محفوظ رهندو. وبندي آصف زرداري بہ مرتضيٰ وانگر يا ٻئي ڪنهن نموني مارجي ويندو. ڇاڪاڻ تہ سائين جي. ايم. سيد چئي ويو آهي تہ جيڪڏهن پٽن سنڌ ڌرتيءَ کان معافي وٺي سنڌ جي آزاديءَ جي سياست نہ ڪئي تہ پٽي خاندان جو در پورجي ويندو ۽ جي. ايم. سيد جو چوڻ لوهہ تي ليڪو ٿيندو. ان ڪري منهنجي آخري خواهش اها آهي تہ آءُ، مائي بينظير سان ملاقات ڪيان ۽ ڪيس پاڪستان جي سياست ڪرڻ تان لاهيان ۽ سنڌ جي سياست تي آڻيان ۽ ان ۾ ئي سندس پٽي خاندان جو پلو آهي" اڄ جڏهن مون سندس وفات جو ٻڌو آهي تہ مون کي سندن وفات جو ڏک تہ هڪ وڏي صدمي جي شڪل ۾ رسيوئي آهي پر اهو ڏک بہ ٿي رهيو آهي تہ هو پنهنجي ان مشن کي مڪمل ڪري ڪونہ سگهيو. ڇاڪاڻ تہ سنڌ جي آزاديءَ جي اهميت کي سائين جي. ايم. سيد کان پوءِ جنهن ماڻهوءَ سڀ کان .وڌيڪ شدت سان محسوس ڪيو هو، اهو سائين حفيظ قريشي (سينئر) ئي هو. هن کي سائين جي ايم سيد وانگر سنڌ جي آزاديءَ سان ابدي عشق هو، هو چوندو هو تہ " سنڌ هڪ ڏينهن ضرور آزاد ٿي ويندي ۽ تمام ويجهڙائيءَ ۾ آزاد ٿي ويندي پر ضرور نہ آهي تہ اها سنڌي ماڻهن جي حق ۾ آزاد ٿئي، تہ جيڪڏهن سنڌي ماڻهو سنڌ جي آزاديءَ لاءِ نہ وڙهندا ۽ نہ اٿندا تہ پوءِ ان کي جيڪي آزاد ڪرائيندا، اهي ئي ان جا مالڪ هوندا ۽ سنڌجي آزادي بہ انهن جي حق ۾ ويندي، ان ڪري مون کي سنڌ جي سڀني سڄاڻ ماڻهن سان ان سلسلي ۾ ملڻو آهي ۽ ملندس." پر افسوس جو بيماريءَ ۽ موت ڪيس اهڙي مهلت ڪانہ ڏني، ان ڪري سنڌ جو هڪ اهو پيغام، جيڪو ڪيس سنڌ جي باشعور سياسي ماڻهن کي ڏيڻو هو ۽ ڪين ان بابت

سمجهائنو هو. اهو اڄ ۾ رهجي ويو. منهنجي خيال ۾ ته سنڌ جي قومپرستن ۽ خاص ڪري سنڌ جي آزادي پسند قومپرستن کي سائين جي. ايم. سيد جي وفات کان پوءِ حفيظ قريشي صاحب کان جيڪو حاصل ڪرڻ گهربو هو. اهو ان رتان حاصل ڪري نه سگهيا. جو ته سائين جي. ايم. سيد کانپوءِ سنڌجي آزاديءَ جو سڀ کان وڏو ۽ سچو حفيظ قريشي ئي هو ۽ ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونه آهي، ان ۾ ان سچائي کي عمل ۾ آڻڻ جي اهڙي صلاحيت به هئي، پر اسان ۾ ان کان اهڙي عظيم ڪم وٺڻ جي نه صلاحيت هئي ۽ نه ڏانءُ هو اهو سنڌ جي قومي تحريڪ جو هڪ الميو آهي، جنهن تي جيترو ڏک ڪجي، اهو گهٽ آهي.

ماهوار ساجاهه، جنوري ٩-١٠-١٩٩٧ع.

# جوڳيءَ ني جڙاءُ نسورو نينهن جو

محترم حفيظ قريشيءَ هي تقرير سائين جي.ايم.سيد جي سالگره جي موقعي تي ١٧ جنوري ١٩٧٥ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڪئي هئي، جيڪا هتي سنڌ پبليڪيشن ڪراچيءَ جي ٿورن سان ڏجي ٿي.

پائرو!

عجيب اتفاق آهي تہ سائينءَ جي گذريل سالگره تي بہ آءٌ تمام سخت بيمار هوس ۽ هن سالگره تي بہ تمام سخت بيمار آهيان. مون سوچيو هو تہ متان آءٌ مري وڃان انهيءَ ڪري ڪم از ڪم سائينءَ جي سالگره ۾ شرڪت جي سعادت حاصل ڪري ڇڏيان. منتظمين کي گهربو هو تہ مون کي تقرير کان معاف فرمائين ها پر انهن جڏهن حڪم ڪيو آهي تڏهن آءٌ مناسب ٿو سمجهان تہ ڪجهہ ڳالهايان.

پائرو! فلسطين تمام مظلوم آهي، مگر ست عرب حڪومتون هن جون مددگار آهن.

لينن تمام عظيم ماڻهو هو مگر لينن جو ملڪ هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت سان شروع کان ئي دنيا جي نقشي تي موجود هو.

مائوزي تنگ تمام عظيم ماڻهو آهي، پر چين اڳي ئي هڪڙو آزاد ۽ تمام قوي الجثہ ملڪ موجود هو. پر آءٌ چوان ٿو تہ ڪو مجيب الرحمان ٿي ڏيکاري، مجيب الرحمان جا ماڻهو بہ هزار ميل هتان کان پري هئا. ياسر عرفات کي بہ جنهن قوت جي خلاف لڙڻو پوي ٿو ان جي مذهب ۽ سندس مذهب ۾ فرق آهي. اتي اها ڳالهہ سمجهائڻ آسان آهي. پر اهڙو انڌير جهڙو اسان سان ٿيل آهي. دنيا ۾ جهڙو سنڌ جي ماڻهوءَ سان انڌير ٿيل آهي تہ!

صد شڪر خدا کا کوئي غير نہ تها
جلاد مسلمان، مسلمان ڪافر

اهڙو انڌير تہ سنڌ جي ماڻهن تي جيڪو قبضو آهي يا جن جو قبضو آهي، هي عجيب تاريخ جو اتفاق آهي تہ اهي مسلمان آهن. انهيءَ ڪري هتي جيڪا جدوجهدجي صورت ٿئي ٿي اها تمام منفرد ۽ نرالي قسم جي آهي سنڌ جي آزاديءَ، خودمختياري ۽ سنڌ جي حقن جي تحريڪ هلائڻ وارو سيمبل ۽ علمبردار، ان کي جنهن مشڪل ۾ ويهڻو آهي، اهو صرف جي- ايم- سيد ئي

ڪري سگهي ٿو.

پائرو- هيءَ ڳالهہ توهان نوٽ ڪريو تہ جڏهن بہ (Emancipation) امئنسيپشن (آزادي) جي جنگ هلائي ويندي آهي توهان پهرين مسلمانن جي اصطلاح ۾ سمجهيو قرآن حڪيم ۾ جن بہ پيغمبرن جي ذمي سندن قومن جي آزادي جي جنگ هئي، انهن جي ذڪر ۾ نماز ۽ روزي جو ذڪر نہ ڪونهي. حضرت موسيٰ عليہ الصلوات و السلام جي ذمي بني اسرائيل کي آزاد ڪرائڻ جو ڪم هو ان جي مشن اها هئي. جن بہ پيغمبرن جون قومون غلام ٿين ٿيون انهن جو مين فنڪشن انهن قومن جي آزادي آهي.

اهڙي نموني سان هن دور ۾ بہ توهين ڏسو تہ جتي بہ انقلاب اچي ٿو. ڪنهن ڌرتيءَ کي ڇڏائڻ يا آزاد ڪرائڻ لاءِ، اتي انقلابي ۽ ترقي پسند قوتون ڪم ڪن ٿيون. مثال طور تازو انگولا جي ازاديءَ جون خبرون اخبار ۾ اچن پيون تہ ڪڏهن بہ ائين ڪونہ ٿيو آهي، ڪٿي بہ ائين ڪونہ ٿيو آهي تہ ڪا ڌرتي غيرن جي قبضي ۾ هجي ۽ ان ڌرتيءَ جا ماڻهو چون تہ، غيرن جي قبضي ڇڏائڻ کان اڳي اقتصادي مسئلو طئہ ڪريو، جڏهن بہ ڪا ڌرتي ٻن مسئلن سان دوچار ٿئي ٿي، هڪڙو ان جو داخلي اقتصادي مسئلو ۽ ٻيو ان ڌرتيءَ تي غيرن جو قبضو، تہ پهرين ان ڌرتيءَ کي غيرن کان آزاد ڪرائڻ جي جيڪا جنگ آهي ان جي جدوجهد مقدم ڪئي وڃي ٿي. مائوزي تنگ جي جدوجهد کي اوهان ۱۹۳۵ع ۾ پڙهو، توهان ڏسندا تہ چين جي صورتحال اينتري ضعيف ڪانہ هئي، جيتري سنڌ جي صورتحال آهي. سنڌ جي جيڪا صورتحال هن وقت آهي، اها تمام پست ۽ تمام ڪمزور آهي. اسان آزاد ملڪ تہ ناهيون پر اسان غلام ملڪ بہ نہ آهيون. اسان غلام صوبو آهيون. اسان غلام صوبو بہ نہ آهيون، پر پنهنجي صوبي جي اندر آهستہ آهستہ ڏکيا ڏکيا اقليت ٿيندا پيا وڃون. چين جي صورتحال اها ڪانہ هئي. چين بنيادي طرح دنيا جي نقشي تي هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت ۾ قائم هو. ٻي جنگ عظيم هلي رهي هئي، البتہ جپان، چين تي قابض ٿي ويو هو. پر دنيا ۾ هيءَ ڳالهہ طئہ شده هئي تہ چين هڪ آزاد ملڪ آهي مگر سنڌ جي حالت اها ڪانهي. هتي جڏهن بہ سنڌ جي آزاديءَ جي جنگ ۽ جدوجهد ڪنهن بہ صورت ۾ شروع ڪئي وڃي ٿي، تڏهن ساڄي کان حملو ٿئي ٿو تہ اسلام خطري ۾ آهي ۽ کاٻي کان حملو ٿئي ٿو تہ هاري خطري ۾ آهي فلسطين واري همراه مون کان اڳ پنهنجي تقرير ۾ چيو تہ، "اوهين هاريءَ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ ٿا ڪريو. اوهان مزدورن لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ ٿا ڪريو".

توهان خود فلسطين ۾ چئو ٿا تہ پهرين فلسطين جو سياسي مسئلو طئہ ڪيو وڃي. توهان ائين چو نٿا چئو تہ اسين فلسطين جو معاملو بعد ۾ طئہ ڪنداسين؟ پهرين اسان شاهہ حسن ۽ شاهہ فيصل جو معاملو طئہ ڪنداسين؟

اوهين چو ٿا شاھ حسن ۽ شاھ فيصل جهڙن رجعت پسند بادشاهن کان مدد وٺو؟ اوهين چو نہ ٿا پهرين اتي هاريءَ ۽ مزدور جو معاملو طئہ ڪريو؟ اوهين چو پهرين فلسطين جو سياسي معاملو طئہ ڪرڻ گهرو ٿا؟ مگر هتي ائين ٿو ٿئي تہ جڏهن بہ اسان سنڌي ۽ غير سنڌي جو معاملو ڪڙو ڪريون ٿا تہ ساڄي کان حملو ٿئي ٿو تہ اسلام خطري ۾ پئجي ويو۽ کاٻي کان حملو ٿئي ٿو تہ هاري خطري ۾ پئجي ويو. آءٌ پڇان ٿو تہ جيڪڏهن سنڌ تان غير سنڌيءَ جو پريشر ۽ تسلط ڪمزور ٿيو تہ ڇا هاري ۽ مزدور کي ان جو فائدو ڪونہ پهندو؟

سنڌ جي تحريڪ هلائجي، غير سنڌ تي حملو ڪجي ۽ ان کي ٽارگيٽ بنائجي تہ چيو وڃي توهين وڏيرا آهيو! انگولا ۾ آزادي جي جنگ تيز آهي اتي جا ليڊر چو نٿا پهرين هارين ۽ مزدورن جو معاملو طئہ ڪن؟ چو ٿا پهرين پورچوگال سان وڙهن؟ چو ٿا فلسطين وارا پهرين يهودين سان وڙهن؟ چو نٿا پهرين شاھ حسين ۽ شاھ فيصل سان وڙهن؟ اهي بہ وڏيرن جا وڏيرا ۽ رجعت پسند بادشاھ آهن، نہ بلڪل نہ. جڏهن بہ اهڙو معاملو پيدا ٿئي ٿو، جڏهن ڪابہ ڌرتي ٻئي جي قبضي ۾ اچي ٿي تڏهن پهرين پهرين قبضو ڇڏائبو آهي. ٻيا سڀ انتظام بعد ۾ ڪبا آهن، مگر اسان وٽ هي چيو وڃي ٿو تہ غير سنڌين جي قبضي ڇڏائڻ کان اڳ ئي سڀ ٽيڙ رسول بخش پليجي کي ڏيئي ڇڏيو. ڇگو ڏيو سڀ ٽيڙ رسول بخش پليجي کي. پر پڇوس تہ توکي انهن ٽيڙن جي ورهائڻ جو حق آهي؟ ڌرتي ٻئي جي قبضي ۾، ورهائڻ جو حق ٻئي جي قبضي ۾، ڌرتيءَ تي ٽئڪس وجهڻ جي طاقت ٻئي جي هٿ ۾، فوجي قوت ٻئي وٽ، گورمينٽ جي قوت ٻئي جي هٿ ۾. اها ڳالھ سمجهايوس تہ چئي تہ اوهين سڀ وڏيرا آهيو. جي.ايم. سيد وڏيرو آهي. پهرين لکيائين تہ جي.ايم.سيد بنگلي ۾ رهي ٿو، پوءِ ياد آيس تہ آءٌ بہ بنگلي ۾ رهان ٿو تہ وري لکيائين تہ جي. ايم.سيد شاندار بنگلي ۾ رهي ٿو. هي چاهين ٿا تہ سنڌ ۾ ماڻهوءَ کي ماڻهوءَ سان ويڙهايو وڃي. جيڪو ماڻهو ڏھ رپيا ڪمائي ٿو سو ويهن روپين ڪمائيندڙ ماڻهوءَ سان وڙهي. مزور رازي سان وڙهي، رازو ٺيڪيدار سان وڙهي، ٺيڪيدار انجنيئر سان وڙهي.

سنڌي باهم دگر پاڻ ۾ وڙهن تہ جيئن غير سنڌي سنڌن ٽارگيٽ کان بچي وڃي. واھ واھ! عجيب استدلال آهي! اصل ڳالھ هي آهي تہ سنڌ جي ماڻهوءَ کان زمين ڦُري گورمينٽ جي حوالي ڪئي وڃي ۽ گورنمينٽ غيرن جي هجي. اها گورمينٽ آباديءَ جي بهتريءَ جو بهانو بنائي پاڪستان جي کهڙي بہ صوبي جي ماڻهن کي اها زمين ورهائي ڏيئي ڇڏيندي ۽ چوندي تہ "آبادي کي بهتري کے لئے هم کو ايسا کرنا پڙا" صرف انهيءَ مقصد کاڻ، صرف سنڌ جي ماڻهن کان زمين ڦرڻ خاطر هي صاحبان نظريہ جن کي آءٌ نظريہ جا نوڪر چوندو

آهيان. نظريہ جا نوڪر جيڪي اسلام جو نالو وٺن ٿا ۽ نظريہ جا اهڙائي نوڪر جيڪي ڪميونزم جو بهانو بڻائن ٿا، اهي ساڄي ۽ کاٻي کان سنڌ جي جنگ آزادي تي حملو ڪن ٿا ۽ هر اهو ماڻهو جيڪو انهن نظرين جي نوڪرن جي بيعت نٿو ڪري سو ساڄي وارن لاءِ ڪافر ۽ کاٻي وارن لاءِ وڏيرو آهي. مون جهڙو ماڻ تہ آئون برابر وڏيرو آهيان. سنڌ ۾ هزارها ماڻهو، لکها ماڻهو وڏيرا آهن. اسان جي ڪمدار غلام محمد کي ماڻهو وڏيرو چوندا آهن. سنڌ ۾ هرچگي ڀلي ماڻهوءَ کي وڏيرو چوندا آهن. انهيءَ اصطلاح موجب (پليجا) توکي وڏيرو چئي سگهجي ٿو، تنهنجي دوست فاضل کي وڏيرو چئي سگهجي ٿو. پٺاڻ علي محمد کي وڏيرو چئي سگهجي ٿو. ياٽين کي وڏيرو چئي سگهجي ٿو.ڏاڙهن کي وڏيرو چئي سگهجي ٿو. هر اهو ماڻهو جيڪو تنهنجو مطيع نہ هجي، سو وڏيرو آهي!؟ جهڙو مان چڱو ڀلا الهہ بچايو مرٽاس تہ هاري هاريءَ جو پٽ آهي. اهو وري سائين وڏيري خيال جو ماڻهو آهي. هان! الهہ بچايو وڏيري خيال جو ماڻهو آهي! ۽ تون هاري آهين؟ تو پنهنجو بنگلو پورهيو ڪري نهرايو آهي؟ تو موٽر پورهيو ڪري ورتي آهي؟ ڪير ٿو چوي تہ آئون وڏيرو آهيان؟ تون وڏيرو نہ آهين؟ قوم طبقن جو هڪ ڪاڪ ٽيل آهي. قوم طبقن جو هڪ گلدستو آهي. قوم شين جو هڪ مجموعو آهي. قوم ۾ هاري ناري، قوم ۾ عالم فاضل، واپاري ۽ پورهيت سڀ اچي وڃن ٿا. بابا، اوهين غيرن کان جان ڇڏايو، پوءِ سڀ تيز ڪامريڊ پليجي جي حوالي ڪري ڇڏيو، پيو ڀهريون ڪري. الله اڪبر! ڪهڙي نہ عجيب آهي اسان جي قوم !! حيرت آهي !! مخالفت لاءِ چوندي چوندي صرف جي.ايم.سيد کي لڏو اٿن، ٻيا هڙيئي وڏيرا وسري ويا صرف جي.ايم.سيد وڃي وڏيرو بچيو آهي. مير علي بخش خان جنهن جي تقرير ٿي "تحريڪ" ۾ ڇپجي، اهو وڏيرو ڪونهي؟ سردار بهادر نواب مير الهداد خان ٽالپر جو پٽ! اهو وڏيرو ڪونهي؟ اهو هاري آهي؟ آئون جيڪو تحريڪ جو ۵ سال ڪنوينر هوس سو آئون بہ هاري آهيان؟ مسٽر رسول بخش پليجو پاڻ بہ هاري آهي؟ روزانو بہ ڊگا وٺيو سرڙيون هاري ٿيو پيو ڪمائي. مسٽر فاضل راهو بہ هاري آهي؟ حضرت جام ساقي جيڪو لکي ٿو تہ جي.ايم.سيد آمريڪاجو ايجنٽ آهي! هاءِ هاءِ سنڌي قوم! آفرين آهي توهان کي، اهو ماڻهو جيڪو ڏاڙهي رکيو تسبيح کنيو گمناميءَ ۾ چنڊڙا ٻنڊڙا وٺيو پيو گذر سفر ڪري اهو بہ چئي ٿو تہ جي.ايم.سيد رجعت پسند ۽ آمريڪن ايجنٽ آهي! مساوات اخبار جڏهن هفتيوار ڇپبي هئي تڏهن ابوبڪر مڱسيءَ لکيو هو تہ "جي.ايم.سيد اسرائيل جو ايجنٽ آهي."

جڏهن جي.ايم.سيد لسٽن واري معاملي ۾ اچي ڇيو تہ ٻيلي ون يونٽ اڃان ڪونہ ٽٽو آهي. ٿوري دانائي ۽ خبرداريءَ سان سنڀالي قدم کڻو ڏسو متان ساري طاقت لسٽن واري معاملي تي ضايع ٿي وڃي. پاڻ کي اڃا ٻيا ڪم بہ ڪرڻا

آهن. سرڪاري ماڻهن کي ڇئون ٿا تہ بيلي ڏاها ٿيو سنڌيءَ ۾ لسٽون ناهيو. انهيءَ خيال کان سائين جي.ايم.سيد ويچارو پنهنجا ڪانا وڪٽي! هتان وفد وٺي راولپنڊي ويو تہ هڪڙي ڪامريڊ اخبار ۾ وڌو تہ سنڌ جو چنيسر پنڊيءَ جو پانڌيڙو. اڙي هي هڙيئي پيا راولپنڊي وڃن، هي هڙيئي پيا يحيٰ سان ملن!! هيءَ غريب پنهنجو هڪڙو وفد ناهي هڪڙي قومي ڳالهہ ٻڌائڻ ويو آهي تہ سنڌ جو چنيسر پنڊيءَ جو پانڌيڙو!.

"يقتلون النبين بغير حق"

جي.ايم.سيد ويچاري ٻہ سمجهيو هو تہ اسلام جي نالي ۾ مار ڪاڏي اٿئون، هاڻي وٺون ٿا سوشلزم جو پاسو. سوشلزم ٻہ پاسا اسان جا سُڪائي ڇڏيا. اسان سمجهيو هو تہ هي مولوي ٻولوي وڏا ترپناڪ آهن، تنهن ڪري هاڻي انهن جي اسلام کي پاسائتو ڪري وٺون ٿا سوشلزم جو پاسو. ادا هي تہ اهي ڦهري نڪتا جو توبهہ زاري! انهيءَ کان وڌيڪ پيو کهڙو ڦهر آهي تہ جام ساقي لکي ٿو تہ جي.ايم.سيد امريڪن ايجنٽ آهي." ڪو حياءُ، ڪو شرم، ڪو ڪارل مارڪس جو واسطو، ڪو لينن جو واسطو وجهي ڇئون تہ اي بيلي ڪا تہ ديانت ڪريو. هن خدا جي ٻانهي پير مرد جنهن سڄي حياتي سنڌ لاءِ بنواس ڪاٽيو آهي. ڀلا ڪجهہ نہ ڪجهہ تہ سنڌ جي خدمت ڪئي اٿس. هلو آءٌ ٿوري وقت لاءِ ڇوان ٿو تہ جي.ايم.سيدعظيم نہ آهي پر هڪ انسان آهي. سنڌي ماڻهو آهي! توهان کي لينن ۽ ڪارل مارڪس جو واسطو بيلي ڪوڙ نہ هڻو.

سائين جي.ايم.سيد ٻہ سمجهيو هو تہ مولوي ٻولوي پراڻن خيالن جا آهن. هي ڪامريڊ ٽائيپ لڏو تازن خيالن وارو آهي من اهي ڪو حق ڪن! اهي ڪو انصاف ڪن! پر يار اهي تہ مورڳو مظلوم قومن جي حق ۾ اهڙا نڪتا جهڙو مائوزي تنگ!!

سائين، ١٠٠ سالن جو مائو، ١٠٠ سالن جو، اهڙو ٿلهو جهڙو ائٽم بم، وڏو ملڪ، ملڪيتون. ١٠٠ ڪروڙ ماڻهو، هي سادا ست ڪروڙ ويچارا ڪارڙا ڪارڙا بنگلي مارجن پيا. اڙي بيلي خدا جا بندا تون جيڪڏهن پيو ڪجهہ نٿو ڪري سگهين تہ ٻہ اکر حق جا تہ ڳالهاءِ پر مجال جو ڪڇي. جهڙو گونگو.

پيارو! قرآن ۾ لکيل آهي تہ چئن قسمن جي ماڻهن جي مدد ڪرڻ گهرجي (و آت ذي القربيٰ و اليتميٰ و المسا ڪين و ابن سبيل).

چار ڪنٽگريز آهن. ذي القربيٰ جيڪي اوهان کي ويجهو هجن پوءِ ويجهو خيال ۾ هجن، ويجهو پاڙي هجن، ويجهو دل تي هجن انهن جي مدد ڪريو. آئون پانيان ٿو تہ روس کان چين کي ايسٽ بنگال وارا ويجها آهن. مائوزي تنگ لاءِ بنگالي ذي القربيٰ آهن. پيا ڪير، جن جي مدد ڪريو. و اليتميٰ جن جا وسيلا ڪٽجي ويا هجن، والمساڪين جيڪي مسڪين هجن. وابن سبيل جيڪي

رستي ۾ ڏنڙجي ويا هجن. يعني راهه پليل. رهبر جي رهزني سبب مُنجهيل ۽ ويساهه وسوڙيل راهرو، مانوزي تنگ لاءِ بنگالي ذي القربيٰ به هئا تہ واليتميٰ بہ هئا والمساڪين بہ هئا تہ وابن سبيل بہ هئا. مگر سندس مفاد ڪيس انهن مظلومن جي مدد ڪرڻ کان منع ڪري ڇڏي.

هڪڙي ڪامريڊ مون کي چيو تہ آئون سنڌ جي خدمت انهيءَ ڪري ٿو ڪريان جو آئون ڪميونسٽ آهيان. مون هن کي چيو تہ آئون ڪميونسٽ انهيءَ ڪري آهيان جو آئون سنڌي آهيان. تون سنڌ جي خدمت انهيءَ ڪري ٿو ڪرين جو توکي ڪميونزم ائين چئي ٿي. جيڪڏهن ڪميونزم توکي ائين نہ چوي يا لينن جي ڪتاب ۾ اهو لکيل نہ هجي تہ جيڪر تون ڪونہ ڪرين. پر مون کي جيڪڏهن حديث ڏيکاري وڃي تہ محمد رسول الله چيو آهي تہ سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ نہ هلائي وڃي تہ بہ آءٌ تحريڪ هلائيندس ۽ حديث کي رد ڪري ڇڏيندس. آءٌ نظريہ جو نوڪر نہ آهيان. مون هميشه چيو آهي تہ جواب آءٌ خدا کارڻ ڏيندس، پر لٺ پاءُ کارڻ کڻندس.

ڳالهہ پئي هلي سنڌ جي Emancipation جي، اسين چئون ٿا تہ سنڌ تان غير سنڌين جو قبضو لهڻ کپي. جي اوهين وڏيرا آهيو. شاهه محمد شاهه بہ وڏيرو آهي، جنهن کي پنهنجو گهر ڪونهي، جيڪو يتيم آهي. ڪم از ڪم رسول بخش پليجي کان تہ تمام غريب آهي. پليجي جي پيءُ علي محمد سرڪاري زمينون وڪڻي ٢٥ لک رپيا ڪمايا آهن.

هوڏانهن شاهه محمد شاهه دربدر آهي تڏهن بہ وڏيرو آهي! پر وڏيرو يا هاري، ڌرتي پنهنجي آهي، پاڻ ليکو ڪري ڪائينداسين اسان کي ڪوبہ اعتراض ڪونهي پلي هينئر ئي سڀ ٽيڙ پليجي جي چوڻ موجب پاڪستان گورنمينٽ جي حوالي ڪري ڇڏيو، پر ورهائڻ جي قوت پاڻ وٽ رکو. اسان سنڌ تي کهڙي بہ قسم جي حڪومت مڃڻ لاءِ تيار آهيون. پر اها سنڌ جي ماڻهن جي مرضيءَ سان اچي. سوشلسٽ حڪومت هجي، اسلامي حڪومت هجي يا ڪٿي کهڙي بہ قسم جي حڪومت آئيو مگر هر قسم جي حڪومت آئيندو سنڌ جو ماڻهو ۽ ايندي سنڌ جي ماڻهوءَ جي مرضي سان.

مون اڳي توهان کي عرض ڪيو هو تہ ١٩٣٥ع ۾ جڏهن جپان، چين تي غلبو ڪري رهيو هو. چين جي ڌرتي جپان جي تسلط هيٺ هئي تڏهن مانوزي تنگ جو هي پروگرام هو تہ جنگ ۽ تحريڪ جو پهريون ۽ بنيادي نقطو آهي ائنٽي جپنيز، يعني پهريون ٽارگيٽ آهي جپان. مگر هتي جيڪڏهن جي.ايم.سيد ساڳي خيال ۽ ساڳي ڳالهہ کي ورجائي چوي تہ پهرين نقطہ آغاز اهي ائنٽي سنڌ، تہ چيو وڃي تہ جي.ايم.سيد وڏيرو آهي. اهو پليجو هجي يا ڪامريڊ مُلو ساقي، جيڪو بہ ڪامريڊ اٿي ٿو تنهن کي جڻ تہ استادن بڌائي ڇڏيو آهي تہ

ميان: First of all you must attack G.M. Syed چڻ ته ڪميونزم جي پڌرنامي ۾ پهريون پهريون اٿم ني هي آهي ته جي.ايم.سيد کي خوار ڪريو. جي.ايم.سيد جنهن جاءِ ۾ رهي ٿو تنهن کي بنگلو چئي ڪيس بدنام ڪريو، جي. ايم. سيد کي ٻه پٽ آهن ان جو ٻه ڪيس طعنو ڏنو ويو آهي ته جي.ايم.سيد کي ٻه پٽ آهن، جي.ايم.سيد ماني ٽڪر پنهنجو ٿو کائي. چنڊڙو بندڙو جام ساقي وانگر ڪون ٿو وڃي.

يائرو. سمجهو انهن مقصدن جي تلاش ڪريو ته اهي ڪهڙا مقصد آهن، جن جي ڪري سنڌ جي آزاديءَ جي علمبردار ۽ Symboll جي خلاف هي تحريڪون ۽ تحريرون، ته جي.ايم.سيد وڏيرو آهي. امريڪن ايجنٽ آهي. هي وڏيرن سان سازباز آهي. وڏيرا هن سان شامل آهن. ڪهڙا وڏيرا هن سان شامل آهن؟ پر جي آهن ته پلي اچن، هي سنڌ جي دربار آهي جيڪو پنهنجو سر سنڌ جي آزاديءَ لاءِ ڪٽي اچي سو پلي اچي. هتي وڏيري جو سر هوندو. هاريءَ جو سر هوندو. مزدور جو سر هوندو. شاگرد جو سر هوندو، عالم جو سر هوندو. مبارڪ آهن اهي سر جيڪي هن دربار ۾ اچن.

جيڪو توهان جي بعيت قبول نه ڪري تنهن تي طعني زني ته وڏيرو آهي. اسان ٻڌائي ٿا چڏيون ته اسان جي.ايم.سيد جي مقابلي ۾ ٻئي ڪنهن جي ٻه بيعت ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيون.

استدلال ٿو ڏجي ته هڪ شريف ڊاڪٽر آهي، پر اهو جاڻو ڪونهي ان جي مقابلي ۾ هڪ غير شريف ۽ بداخلاق ڊاڪٽر آهي، سو جاڻو آهي ته ڇا مريض ان کان علاج ڪونه ڪرائيندو؟ آريسر سچ چيو آهي ته اهڙو ڊاڪٽر جيڪو مريض سان علاج بهاني "دما دم مست قلندر" ڪري ڇڏي اهو ڊاڪٽر ڀلي ڪهڙو ٻه ..........هجي اسان ان کان علاج ڪونه ڪرائينداسين.

# تنبيهه

> ١٩٧٤ع جو ذڪر آهي پيپلز پارٽي جو اوج هو، قومي تحريڪ بہ زورن تي هئي، ان وقت محترم رسول بخش پليجي پنهنجي رسالي ماهوار "تحريڪ" ۾ سائين جي ايم سيد جي شخصيت ۽ سياست خلاف تمام نازيبا ٻولي ۾ مواد لکڻ ۽ شايع ڪرڻ شروع ڪيو هو. حفيظ قريشي صاحب ان وقت تائين پليجي صاحب جي عوامي تحريڪ جو ڪنوينر هو، پليجي صاحب جا هي اهڙي ڪارڪردگي ڏسي ڪري ٿي قريشي صاحب انتهائي ڪاوڙ ۽ غصي ۾ اچي عوامي تحريڪ تان استعيفي ڏيڻ جي لاءِ مٿيون تنبيهه نامون ڪٿي ڏياري موڪليو.

پڙرو هجي تہ مسٽر رسول بخش پليجي سان گڏجي سنڌي قوم جي قومي مقصد حاصل ڪرڻ جي جدوجهد هلائڻ لاءِ سنڌي عوامي تحريڪ جو اعلان ڪيو هو سون، اها تحريڪ اگرچ آهستہ آهستہ ٿي رسول بخش جي آنا تي مشتمل ٽولي تي مرتب ٿيندي رهي، آئون رفاقت جي روايتي سنڌي حياداريءَ ۾ خاموش رهيو آهيان. مگر هاڻي حد کان ڳالهہ وڌي چڪي آهي ۽ مون تي واضع طرح منڪشف ٿي ويو آهي تہ "سنڌي عوامي تحريڪ" محض رسول بخش جي من پسند مفروضن تي سنڌس ذهني جباريت قائم ڪرڻ جو نالو آهي.

سڄي جهان کي نقلي سنڌي، باطل چوڻ وارو معتبر، قومي اتحاد قائم لاءِ سنڌي ماڻهن لاءِ قومي تشخص جي جدوجهد هلائڻ واري جناب جي ، ايم. سيد کي پنهنجي تير جو هدف ڪرڻ ضروري فوري ثواب جو ڪم ٺهرائي ٿو، جيتوڻيڪ سنڌي قوم جا پيا گهڻا وڏا هاجيڪار ماڻهو ڪم از ڪم هاڻي ڳجها نہ رهيا آهن، جن جي عظمت جون شاهديون رسول بخش جي قلم ڏنيون آهن جيڪي نہ صرف غلط بلڪ ڪوڙيون ثابت ٿيون آهن.

مرحوم هوچي منهہ بلاشبہ هڪڙي مختصر قوم جو نجات دهندہ قرباني ڪرڻ وارو ڪامياب رهنما هو مگر ان جي عظمت بيان ڪرڻ واري نلهي سڪتي ماڻهوءَ کي سنڌس وراثت جي دعويٰ جو حق اهڙو آهي جهڙو مودودي صاحب کي حضرت ابابڪر جي تعريف ڪرڻ ڪان پوءِ سنڌس وارث هجڻ جي دعويٰ جو حق ڏيڻ آهي.

مائوزي تنگ جهڙو جڙيو ڏاهو متارو هڪڙي هاڻي ڪان بہ جنہ ۽ وڏي قوم جو مالڪ مختار آهي جنهن سنڌس قوم جي رستگاري لاءِ ايريڪ سان ناهہ جائز قرار ڏنو مگر سنڌس پاڙي ۾ نهايت مظلوم قوم جي جدوجهد آزاديءَ ۾ نہ صرف نندڙين قومن جي آزادي جي دعوائن جي مڪر جي باوجود مستقل خلل

وڏو تنهن ڪندي بہ مانو جي عظمت رسول بخش جي ترجمہ جي تڪليف ونڻ ڪري تسليم پر آخر انهيءَ عظمت جو وارث مترجم محترم ڪهڙي قانون موجب آهي جو مانو جي مارچ جو طعنو ٿو جي، ايم، سيد کي ملي، لکڻ وارا صاحب سڳورا معياري قربانيءَ جو طعنہ طور ذڪر تہ ڪن ٿا پر پاڻ ۾ نهارين تہ پاڻ ڪيتري پاڻيءَ ۾ آهن.

هر مختلف الخيال ماڻهو کي وڏيرپ جو مهڻو ڏيڻ وارا شرمسار نٿا ٿين تہ آخر پاڻ جيڪا گهڻي تٽي لڌہ پيا ڪن سا سندن محنت ڪشيءَ جو ميوه آهي يا اها بہ سندن " وڏيرپ" آهي.

پائو پليجا شايد تون وڏو قلم باز آهين، تنهنجو قلم افسانہ نويس ۽ افسانہ تراش آهي مگر ادب ۾ بي ادبي پلي جائزو قرار ڏيو، بي حيائيءَ کان تہ پاسو ڪريو.

نيازمند

حفيظ قريشي.

سابق ڪنوينر سنڌي عوامي تحريڪ

# خيال، جذبا ۽ عمل

ماڻهو ٽن حصن ۾ ورهايل هوندو آهي. هڪ خيال يا سوچ، جيڪا دماغ ۾ جنم وٺي ٿي، ٻيو دل يا قلب، جتي جذبا جنم وٺن ٿا ۽ ٽين ڳالهه آهي عمل. هڪ عام ماڻهو ۽ حمل فقير ۾ فرق اهو آهي تہ حمل پنهنجي جذبن کي منظوم زبان ۾ اهڙي نموني ٻڌائي ٿو جو ٻڌائڻ بعد وري موٽ ۾ ٻڌندڙ تي ساڳيو جذبو وارد ٿئي ٿو.

قومن جا ڪيترائي پهلو ٿيندا آهن. قومن کي سياسي ۽ ثقافتي وجود هوندا آهن جيڪڏهن قوم جو سياسي يا معاشي وجود ختم يا خطا ٿي وڃي تہ سندس ٻيو مورچو ثقافتي وجود هوندو آهي. ساڳيون قومون جڏهن هڪ مورچي ۾ شڪست کائينديون آهن تہ وري ٻئي مورچي تي مضبوط ٿي بيهنديون آهن. نياڳيون قومون جڏهن سياسي ۽ ثقافتي مورچي جون منڪر ٿينديون آهن تڏهن سندن معاشي وجود بہ ختم ٿي ويندو آهي. قومون پنهنجو سياسي وجود ڪيئن قائم رکن. اهو هڪ خاص مسئلو آهي. دنيا اندر وڏو طلاطم آهي. قومن جو قومن سان، تمدن جو تمدن سان ٽڪر هلي رهيو آهي.

ان کان پوءِ سوال ٿو اٿي تہ ثقافتي وجود کي ڪيئن قائم رکي سگهجي. ثقافتي وجود برقرار رکڻ سان قومون زندگي حاصل ڪري سگهنديون آهن. هتي ٻنهي مورچن تي تصادم جاري آهن.

معاشي وجود شعر پڙهڻ سان، راڳ داريءَ سان، ڳاڙهن ساون ڪتابن پڙهڻ سان ڪو نہ ٺهندو آهي. پر معاشي وجود پورهئي ڪرڻ سان ٺهندو آهي. اسان جي قوم کي کپي تہ هر پيشي ۾ بهترين فرد پيدا ڪيون. اعليٰ هاري، بهتر آبادگار، محنتي انجنئير، اعليٰ پائي جا شاعر پيدا ڪيون. جيڪڏهن اسان ڪجهہ بہ ٿيڻ نٿا چاهيون تہ پوءِ اسان کي مري ختم ٿيڻ گهرجي ڇو تہ معاشي وجود قومن جو آخري مورچو هوندو آهي.

(١٩٧٩ ۾ حمل فقيرجي ورسيءَ جي موقعي تي ڪيل تقرير جا خاص ٽڪرا)

# جي.ايم. سيد: جيئن مون ڏٺو

> ۱۹۹۲ع ۾ ماهوار ”حيات“ ڪراچي پاران جي ايم سيد نمبر ڪڍيو ويو هو، ان ۾ ”جي ايم سيد: جيئن مون ڏٺو“ عنوان سان هڪ سلسلو رکيو ويو هو، جنهن لاءِ سيد جي قريبي ساٿين جا خيال قلمبند ڪرڻا هئا. ان سلسلي ۾ حاجي حفيظ قريشي، جو ايم بي اي هاسٽل ڪراچي ۾ هڪ تفصيلي انٽرويو ڪيو ويو هو. انٽرويو ڪافي وڏو هو. ان مان ٿورو مواد ان وقت شايع ڪيو ويو هو. باقي تفصيلي انٽرويو (جنهن جي ڪجهه حصن شايع ڪرڻ کان ان وقت قريشي صاحب منع به ڪئي هئي) اڄ هتي اهو مڪمل صورت ۾ ڏجي ٿو. محترم دوست احسن موربائي جو ٿورائتو آهيان جنهن هن انٽرويو وٺڻ ۾ منهنجي مدد ڪئي. ”آزاد“ قاضي.

آزاد قاضي: اوهان اديب، ليکڪ ۽ دانشور واري حيثيت ۾ سائين جي. ايم. سيد جو ڪردار ڪيئن بيان ڪندا؟

حفيظ قريشي: پهرين ته اوهان اهو سوال جيڪو مرتب (تيار) ڪيو آهي اهو به منهنجي سمجهه کان مٿي آ. ڇاڪاڻ ته ليکڪ ۽ دانشور واري حيثيت سان ڪردار جو ڪهڙو سوال آ. ليکڪ ۽ دانشور واري حيثيت ۾ هن ڪئي ڪتاب لکي ڇڏيا آهن، پوءِ هن جو ڪردار ڪٿي ڪهڙو به آهي.

احسن موربائي: سائين اسان جو مطلب ذاتي ڪردار نه پر علمي ڪردار آهي.

حفيظ قريشي: علمي ڪردار واري ڳالهه ائين آهي، ته مون ان ڳالهه تي غور ڪيو آهي ته جي. ايم. سيد جا جيڪي ڪتاب آهن، انهن سنڌ جي شاگرد ۽ پڙهڻ واري ماڻهوءَ کي ڇو متاثر ڪيو آهي؟ ڇاڪاڻ ته جي. ايم. سيد جي جيڪا اسٽائيل آ، سا ٽيڪسٽ بڪ واري اسٽائيل آ. جي. ايم. سيد جي اسٽائيل ۾ ڪا به لفاظي، شعر گوئي، تعني زني، ماڻهن جي لطف اندوز ٿيڻ لاءِ ڪا ڳالهه ڪري ڇڏڻ، اهڙي ڳالهه ڪانهي. جيئن ٽيڪسٽ بڪ لکبو آ. شاهه صاحب جا جيڪي به ڪتاب آهن، سي سڀ ٽيڪسٽ بڪ واري نموني ۾ آهن. اسان سکر جيل (۱) جي اندر، پڇاڙيءَ ۾ سائينءَ جي ڪتاب تي درس شروع ڪيو هو. اهو ڪتاب شايد لطيف بابت جيڪو لکيو اٿس. اهو هيو (۲) مون اڳ ائين سمجهيو هيو ته شاهه صاحب، سنڌو ديش جي جيڪا ڳالهه ڪئي آ. اها اپريل ۱۹۷۳ع کان شروع ڪئي آ. جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پاڻ پنهنجو خطبو

پڙهيانون.(٣) پر پوءِ جڏهن اسان اتي جيل ۾ پيغام لطيف کي پڙهيو تڏهن مون محسوس ڪيو ته اٿين ڪونهي (منهنجي پهرين سوچ صحيح نه هئي) شاهه جي ماف الضمير ۾ شروع کان وٺي سنڌ ملڪ جي پنهنجي هڪڙي جيڪا صورت هئي، سا ملڪ واري صورت هئي صوبي واري صورت ڪانه هئي، PART OF PAKISTAN واري صورت ڪانه هئي، سنڌ پنهنجي مٿي هڪ ملڪ هو، ۽ سنڌي هڪ قوم هئي، مون اها جيڪا ڳالهه سمجهي هئي ته شاهه صاحب اپريل ١٩٧٣ع وارين نين معروضي حالتن جي ڪري سنڌو ديش واري ڳالهه ڪئي آهي، اها اٿين ڪونهي. (٤) اها ڳالهه شاهه صاحب جي قلب ۾ (سمايل هئي) ٻيو جيڪو شاهه صاحب جو ڪردار ٿا چئو، شاهه صاحب پنهنجي ڪتابن مان هڪڙي پائي به انهن جو نعم البدل يا فائدو، نه ڪو حاصل ڪيو ۽ نه ان جي حاصل ڪرڻ جو ڪو ارادو ئي آهي اگر چه، جڏهن يحيٰ جو مارشل لا لڳو ۽ پوءِ شاهه صاحب مون کي چيو ته "توهان سنڌ جو ڪم هلايو" ته مون شاهه صاحب کي چيو ته "اوهان ڪتاب ڇپائي هزارين روپين جا، پوءِ اهي مفت ورهائي ضايع ڪري ڇڏيندا آهيو، ماڻهو اهي وڃي وڪڻندا آهن يا ڦٽو ڪندا آهن. هن پيري اوهان جيڪو ڪتاب ڇپايو آهي، اهو اوهان مونکي ڏيو ته آءُ ان کي وڪڻا ۽ انهيءَ مان جيڪي پيسا ملن سي وري (چڪر) Re-circle يا ريسائيڪل ٿين" اهو ڪتاب خبر ناهي ڪهڙو هيو، مون کي هينئر ياد ناهي (پر سيد اها ڳالهه نه مڃي) ته ٻيو سنڌس اهو ڪردار آهي ته خاص تبليغ جي خاطر، پنهنجي عارضو، پنهنجي مخاطبين کي پهچائڻ جي لاءِ، ڪفايتون ڪري (ڪتاب ڇپايا ۽ ورهايا) پر انهيءَ ۾ به شاهه صاحب سان جيڪي دوستن ڪيو، مثلن اوهان کي اهو ٻڌي حيرت ٿيندي ته سنڌ جو هڪڙو تمام معروف ماڻهو، نالو وٺبا ته وري دلڪشني ٿيندي، اهو سائين کان هڪڙو ڊرافٽ (مسودو) به وٺي ويو ۽ ان جي ڇپائڻ جا پيسا به وٺي ويو، پوءِ اهو ڊرافٽ به ڪاني ويو ته پيسا به ڪاني ويو ۽ پوءِ مخالفت به ڪيائين. اهو پوءِ سائينءَ کي سيوهڻ ۾ هٿ چڙهي ويو. پوءِ به سائينءَ ان کي پرچايو، ان کي ماني ڪارايائين ۽ وري ان کي ڀاڙو ڏئي ڇڏيائين. سيوهڻ کان حيدرآباد تائين وڃڻ جو، اهو ماڻهو ڪير هو، اوهان نالو پڇندا ته اهو ماڻهو آهي ڏيپلاٽي. ته شاهه صاحب جو ڪردار اهو آهي ته پنهنجي نالي نشان کي معروفيت ڏيڻ جي لاءِ يا ان مان چار پيسا ڪمائڻ جي لاءِ (ناهي لکندو) حالانڪ ڇپائي جي ڳالهه نڪتي آهي ته هي به هڪ واقعو آهي، جي. ايم. سيد جڏهن سنڌمتحده محاذ ناهيو ته، سنڌ جا جيڪي به دعويدار سياستدان هئا، انهن سمجهيو ته شاهه صاحب سان ناهه ڪرڻ کپي، جيئن ڪهڙو، پتو نه. قاضي اڪبر وغيره (سي) اچي شاهه صاحب کي ويجهو ٿيا. انهيءَ زماني ۾ شاهه صاحب اچي-به ٽي ڏينهن اورينٽ هوٽل (حيدرآباد) ۾ رهيو. آءُ سنڌس وٽ روز ويندو

هوس، حسين شاهه راشدي تنهن زماني ۾ اخبار نويسي ڪندو هو، اهو هڪ ڏينهن آيو ۽ سائين کي اچي چيائين "سائين پِٽي اوهان جي خلاف بيان ڏنو آهي"، سائينءَ چيو ته "پِٽي کي (اهڙو) بيان ڏيڻ ڪپي ڇاڪاڻ جو مارشل لا پيو لڳي، ۽ پِٽي کي اها ڳالهه رڪارڊ تي رکڻي آهي ته آءُ جي. ايم. سيد جي خلاف آهيان، انڪري هن اهو بيان ڏنو آهي ۽ اهو هن کي ڏيڻ ڪپي متان ڪا غلط فهمي ٿئي"، تنهن تي هن (حسين شاهه) چيو ته "آءُ جواب لکان ٿو، اوهان پِٽي کي جواب ڏيو"، سائين چيو ته "بابا سڀني بيانن جا جواب ڪونه ڏبا آهن"، هن چيو "نه نه آءُ لکيو ٿو اچان، توهان رڳو صحيح ڪيو، آءُ مخالفت ۾ بيان لکيو ٿو اچان"، پوءِ ڪاغذ ڪٽي ٻئي ڪمري ۾ لکڻ ويو ۽ لکي آيو، سائين انهيءَ تي صحيح نه ڪئي. ٻئي ٽئين ڏينهن ڪانپوءِ سائين مون کي چيو ته "ابا آءُ وڃان ٿو سن، وات تي قاضي (علامه آءِ آءِ) صاحب جي قبر تي گل چاڙهيندا سون ۽ ختمون پڙهنداسون تون مون سان گڏجي هل، پوءِ قمرالزمان شاهه جي موٽر ۾ موٽي اچجانءِ". پوءِ اسين يونيورسٽي ويا سون ته اسان ڪان قاضي صاحب جي قبر لڌي ڪانه، (ڪجهه دير بعد) پوءِ هڪڙي ماڻهوءَ اسان کي ڏيکاري قبر، (پر اها) قبر ڪانه هئي، پر انهن ۾ ٽلهڙا. ٿهلڙا نهيا پيا هئا. شاهه صاحب کي مون (ان ڏينهن) ڀهربون پيرو اوڇنگارون ڏيئي، راڙو ڪري روئيندي ڏٺو. جڏهن پاڻ اهي ٿهلڙا ڏٺائين. شاهه صاحب وٽ گلن جي وڏو ڪارو هيو، پوءِ اهي گل قبرن تي وڌائين، اسان الحمد پڙهيو، دعا گُهري پوءِ شاهه صاحب ويو سن، آءُ قمرالزمان سان گڏ موٽيس ٿي ته مون هڪڙي هوٽل تان ٻڌو ته زون A، زون B، مون قمرالزمان شاهه کي چيو ته "مارشل لا لڳي ويو." مونکي چيائين ته "مارشل لا ڪٿان لڳو"، مون کيس چيو ته "هڪڙو ته اهو ٻڌين ٿو زون A˚ زون B، ٻيو ته سائين چار ڏينهن اڳ چيو هيو ته مارشل لا لڳي ٿو." مارشل لا لڳي ويو، پوءِ مان آيس پنهنجي گهر، منهنجي زال مونکي چيو ته "مارشل لا لڳي ويو"، مون چيو ته "مون کي خبر آهي، مارشل لا لڳي ويو". مون کي چيائين "پليجو صاحب آيو هو". پليجي صاحب جي پيءُ تي ڪو ڪيس هيو، ٺٽي ۾، انهيءَ ۾ پليجي مون کي وڪيل ڪيو هو. اهو ڪيس هو ٻئي ڏينهن، 25 تي مارشل لا لڳو، 26 تي ڪيس هو، پليجو صاحب منهنجي گهر ڇڏي ويو ته سائين کي چنجو ته رات اتي نه سمهي ڪنهن هوٽل ۾ سمهي متان سائين گرفتار ٿي وڃي. مون پنهنجي گهر واريءَ کي چيو ته "مون کي سئو ۾ سئو ڏي ته ما موٽر ڪري سن وڃان هتي جو هوٽل ۾ رهان ۽ گرفتار ٿيان، تنهن ڪان سن وڃان، متان سائين گرفتار ٿي وڃي". مون کي منهنجي زال چيو، "توهان اڃان تازو فيبروري ۾ جيل مان نڪتا آهيو، هاڻ وري ٻه سو توهان کي ڏيون، تون رڪشا ۾ چڙهي ڪوٺڙيءَ مان وڃي (گاڏيءَ ۾) چڙهه، اينٽري ۾ ابن حيات پنهور اچيءَ ڪڙو هنيو (ڪڙڪايو) ۽ مون

کي چيائين ته "سائين چوڪرا هڙتال ڪريو ويٺا آهن مارشل لا لڳي ويو آهي متان ڪا گولي ٻولي هلي، انهن کي هلي ٿيڻ ڪٺايو" پوءِ وري آءٌ (اتي) ويس اتي (مسعود) نوراني، حسين شاهه بخاري جيڪو هينئر حڪومت سان شريڪ آهي سڀ ويٺا هئا. مون انهن کي چيو ته" ڪٿو ٿيڻ" ، انهن چيو ته "تون ٿو چئين ته ڪٿو ٿا. پر جي تون نه چوندين ته اسين ڪونه ڪٿنداسين (اٿين ڪنداسين) ته پوءِ راڄ چوندا ته پيٽا بزدل هيئو" . مون چيو ته، "بزدل جي ڳالهه ڪانهي ٿيڻ ڪٿون" ، پوءِ وري آءٌ آيس گهر، (ٿوري دير ٿي ته) هڪڙو سي آءِ ڊي جو آفيسر جيڪو پاڻ کي زيدي صاحب سڏيندو هو ۽ اهل بيت جي محبت جي ڪري مونکي به شيعو سمجهندو هو ۽ مون کي چوندو هو، "تون فقير ماڻهو آهين، آءٌ سي آءِ ڊي وغيره ۾ آهيان" ، سو اهو منهنجي دروازي تي آيو، ڪڙو هيائين ته مان ٻاهر نڪتس، مون کي چيائين ته "توهان هنن ڇوڪرن کي اٿاري ڇڏيو، اهو ڏاڍو چڱو ڪيو." حقيقت ۾ (هو) مونکي اهو چوڻ ڪونه آيو هو، (پر) ڪنفرم ڪرڻ آيو هيو ته مون انهن کي اٿاريو ته (جيئن) آءٌ سرڪار جو شاهد ٿيان، سرڪار پوءِ انهن تي ڪيس نه ڪيو ته مارشل لا ڪان پوءِ به تي ڪلاڪ ويٺا هئا ۽ قريشي صاحب اچي اٿاريا، ته آءٌ سرڪاري شاهدڙو ٿي پيس، پوءِ آءٌ ويس سائينءَ وٽ. ته شاهه صاحب جو اهو خيال ته ڪو بيان ڏجي ڪا پذيرائي ڪجي نه، هن جي (مواد ۾) نه ته ڪائي شعرگوئي، جيئن ابوالڪلام آزاد جو طريقو آهي ته ڦلاڻي هيئن، اهو نه. شاهه صاحب هر ڳالهه جيڪا ڪئي آ، تنهن ۾ ڪنهن شعر جي سند يا ڪنهن فلاسافر جي سند (نه ڏني آهي) هن جيڪا پنهنجي ڳالهه ڪئي آهي سا پنهنجي ڳالهه (ڪري) ڪئي اٿس ۽ سندس ٽيڪسٽ بڪ جي اسٽائيل آ. سڀ ڪا شيءِ ٽيڪسٽ بوڪ واري اسٽائيل ۾ آ. اهو ئي سبب آهي ته سنڌ جو جڏهن به اسٽوڊنٽ (سيد کي) پڙهي ٿو ( ته اهو لاپ پرائي ٿو) ۽ جڏهن به شاهه صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ ڪائي ڳالهه ڪئي آ، ته مخالف نقطہ نظر به بيان ڪيو اٿس ۽ پنهنجو نقطہ نظر به بيان ڪيو اٿس ۽ پوءِ وري چيو اٿس ته منهنجو نقطہ نظر هي آهي، مخالف نقطہ نظر به بيان ڪيو اٿس ۽ پنهنجو نقطہ نظر به بيان ڪيو اٿس اهو جواب ٿي ويو.

آزاد قاضي: بحيثيت سياستدان جي توهان سائين جي. ايم. سيد کي ڪيئن ڏٺو آهي؟.

حفيظ قريشي: مون پنهنجي هڪڙي تقرير ۾ چيو آ ته هڪڙا اهي پاليٽيشن آهن، جن کي پاليٽڪس ني ڪانهي، مثلاً ڀٽي کي کهڙي پاليٽڪس آهي، ڀٽي جي پاليٽڪس اها آهي ته ملڪ ۾ بادشاهي ڪجي انهيءَ ۾ ڪير مري ٿو، ڪير جُهري ٿو، (ان سان هن جو واسطو ني ڪونهي) ڀٽي کي ڪائي پاليٽڪس ني ڪانهي، ته Bhatto was a Politician without Politic پر

شـــاهہ صـــاحب آءُ, يا اسين We have politics without being a Politician آءُ اوهان کي ٻڌايان تہ بہ حقيقتون آهن، ٻئي وڏيون حقيقتون آهن هڪڙي حقيقت آهي جنهن کي آءُ حق چوندس. پر ٻي آهي جيڪا حڪمت آهي. حڪمت شي اهڙي آ، جنهن جو قرآن ۾ بہ تفصيل ذڪر تہ آهي، مثلاً توهان کي هڪڙي ڳالهہ ٻڌايان تہ ڏيڍ سئو سال کان وٺي هندستان ۽ پاڪستان ۾ قانون سازي پئي ٿئي پر ڪي اهڙا مضمون آهن جن تي وڏن وڏن قانون ساز ادارن يا اختياريءَ وارن بہ انهيءَ بابت ڪابہ ترميم ڪانہ ڪئي آهي، مثلاً ماجسٽريٽ صاحب ڪيس ڪهڙي حالت ۾ ملتوي ڪري يا جج صاحب ديواني مقدمي کي (رد ڪري) ان لاءِ لفظ آهي , Good Reason, But what is Good Reason, and what is Bad انهيءَ جو تفسير ڪنهن بہ قانون ساز اداري نہ ڪيو آ، تہ سوال آهي تہ حڪمت ڇا آهي؟ ڪنهن خاص موقعي تي، حڪمت ڇا آهي، مثلاً خدا، نبي ڪريم کي حق سان پابند رکيو آهي پر حڪمت ۾ انهيءَ کي آزاد ڪري ڇڏيو آهي، تہ هڪڙي مقصد حيات کي حاصل ڪرڻ لاءِ حڪمت ڪهڙي ڪپي، مثلاً اورنگزيب جا بہ پٽ، تن کي اورنگزيب الائي ڪهڙن راجپوت راجائن سان، اڏيپور جي راجائن سان وڙهڻ لاءِ موڪليو، اهي انهن (دشمن) سان نهي ويا. اورنگزيب کي چيائون تہ تنهنجا پٽ تہ (دشمن سان) نهي ويا. (ان تي) پاڻ ماڻهو موڪليائين پٽن ڏي تہ "اهو توهان چڱو ڪم ڪيو آ، تہ دشمن کي ٽيڪنيڪلي محبت ۾ ٽريڪ ڪري ۽ پوءِ توهين انهن جا لاهہ ڪيندئو" انهن (ايلچين) ماڻهن کي چيائين تہ اهڙي نموني وڃو جو اوهان گرفتار ٿيو ۽ هي (لکيل) خط انهن راجپوتن (راجائن) کي ملن انهن (راجائن) کي جڏهن خبر پئي (تڏهن اهي) هوشيار ٿي ويا. سياست ۾ شاهہ صاحب جو مقام هي آ، تہ جڏهن اولهہ پاڪستان اسيمبلي ۾ شاهہ سان صرف چار ميمبر گڏ هئا، اتي ون يونٽ جي مخالفت ۾ريلزيوليشن پاس ڪرائي ڇڏيائين (سندس) پاليٽڪس جو مقام هي آ تہ سڄي سنڌ قائد اعظم عليہ رحمت جي ڪيسي ۾ پيل هئي. هينئر ان کي سڀ ماڻهو چون ٿا قادو ........ جي. ايم. سيد جي پاليٽڪس هيءَ آ، تہ وفاقي سياست ڪرڻ واري پ پ اج بہ، هينئر اجوڪي اخبار ۾ بہ پ پ واري چيو آهي تہ اسين سنڌ جي سياست پيا ڪريون حالانڪ جڏهن پ پ ناهيائون تڏهن سنڌ جي نالي وٺڻ لاءِ تيار نہ هئا هي سڄو سنائيءَ جو اعجاز آهي تہ جيڪي ماڻهو سنڌ جي وجود، آءُ نہ ٿو چوان تہ بي نظير ويري آ، پر سنڌ جي وجود جو آزاد تصور، اهو بي نظير وٽ آهي ئي ڪونہ، هن جو ڏوهہ ڪونهي، هن جي جيڪا تربيت ٿي آ، هن جي تربيت، هن جي سنگت، هن جا واسطا (ڪهڙن ماڻهن سان آهن) اهو سڀ ڪو ماڻهو سمجهي ٿو.

اهو شاهہ جو مقام آهي جو اج بي نظير بہ ٿي چئي تہ سنڌ کي ڪجهہ

ڪونہ مليو آ. ۽ اها جيڪا چئي ٿي تہ سنڌ جي جيڪو ڳالهہ ڪري ٿو، اهو عليحدگي پسند آهي، سائي وري سنڌ جي وبني ڳالهہ ڪري! تہ پاليٽڪس ۾ سائينءَ جي جيڪا حڪمت آهي. حڪمت يعني هڪڙو بہ (اسيمبلي) ميمبر جي. ايم. سيد جي چوڻ ۾ ڪونهي، ان جي باوجود جي. ايم. سيد جو قدم سنڌ جي پاليٽڪس تي ڀاري آ، ڪوبہ خدا جو بانهو نڪري جي. ايم. سيد جي مخالفت تہ ڪري، مائي بي نظير جيڪا آهي سابہ لاهور ۾ ٿي وڃي چئي (ڳالهائي) جي. ايم. سيد جي خلاف، باهر نڪري اچي جي. ايم. سيد جي مخالفت ڪري تہ خبر پوبس، تہ سڄي پاليٽڪس ۾، شاهہ کي پنهنجي پارٽي ڪانهي، شاهہ کي ڪو فنڊڙو ڪونهي، ڪا بين الاقوامي تحريڪ ان جي مدد ۾ ڪانهي ۽ ڪوبہ ڏاڙهي مڇ وارو سنڌي سو شاهہ جي پنيان ڪونهي ان جي باوجود شاهہ صاحب، سنڌ جي وجود ۽ آزادي جي تحريڪ اهڙي نموني ۾ هلائي آ، جو سنڌ جيڪا مفقودالخبر هئي يعني حفيظ قريشي جهڙي ماڻهو کي ١٩٤٥ع تائين اها خبر ڪانہ هئي تہ آءُ سنڌي آهيان ١٩٤٨ع ۾ جي. ايم. سيد جي اوچتي خطبي پڙهڻ ڪانپوءِ (٥) مون کي خبر پيئي تہ پاليٽڪس سنڌ جي اڪائونٽ تي ڪرڻ کپي، اتي (يعني اهڙي ماحول ۾) هزار ها، لکها ماڻهو سي سنڌ جي آزاد وجود جي، آزاديءَ جي معنيٰ هروڀرو ڌار ملڪ نہ پر آزاد وجود (وارو خيال) بهرنو ان جو تذڪرو تہ آهي. ڪٿي اسين پاڪستان ۾ ني رهون پر سنڌ بہ هڪڙي ذر آهي! ذر آهي! سنڌ بہ ڪاٿي دار آهي، سنڌ بہ وارث آهي، اها ڳالهہ ڪميونزم ۽ اسلام جي دسترخوان تي ڪرڻ. (وڏي ڳالهہ آهي) هن ملڪ ۾ جيڪي رائج الوقت آئديا لاجيز آهن انهن ۾ هڪڙو ڪميونزم، ٻيو اسلام، انهن ٻنهي ۾ زميني تيريٽوريل نيشنلزم جيڪو آهي، اهو ڪونهي يعني، ڌرتي ذر ناهي آئيڊيل ذر آهي، هتي هن (شاهہ صاحب) جو چوڻ تہ نہ ڌرتي ذر آهي، ۽ ٻي ڳالهہ هن جي (اها) چوڻ تہ هر ڌرتيءَ جو پنهنجو مزاج آهي ڌرتيءَ جو مزاج! مجازن جو تہ مزاج آهي پر ڌرتيءَ جو بہ مزاج آهيي مثلاً اسلام عربستان جو هڪڙو آهي، سنڌ جو ٻيو آهي، انگلستان جو ٽيون آهي، ۽ جيئن فروٽ تي ڪلائميٽ (آبهوا) اثر ٿي ڪري، ڀاڄيءَ تي ٿي اثر ڪري، ائين آئيڊيالاجي (نظريو) بہ ڌرتي تي اثر ٿي ڪري، صورت تي اثر ٿي ڪري. تہ شاهہ صاحب ڪو ريشنزم ڳالهہ ڪانہ ڪئي آ. شاهہ صاحب بہ ڌرتيءَ کي ذر ٿو بنائي، ڪڏهن بہ پنهنجو نعرو شاهہ صاحب ڪونہ هنيو آهي، ڪڏهن بہ نہ! ۽ ڪڏهن بہ ڪنهن جماعت جو پاڻ صدر بنجي نفعا اندوزي نہ ڪئي آهي، ڪڏهن بہ چندو نہ وصول ڪيو آ ڪڏهن بہ سنڌ جي ماڻهن کي ڪو حڪم نہ ڏنو آ، ڪڏهن بہ پنهنجي ڪنهن ورڪر کان ڪا شيءَ نہ طلب ڪئي آ. حتاڪ آءُ ني آهيان مون کي ياد ڪونهي تہ ڪڏهن بہ شاهہ صاحب مون کان کي پنج رپيا چندي جا طلب ڪيا

هجن ڪڏهن بہ نہ! جيڪي بہ ڪرڻو آ سو پاڻ ڪرڻو آ. پنهنجا ٽيڙ ڪپائڻا آهن. هي هيڏا سارا جيڪي فنڪشن ٿين ٿا. سائين جي جنم جا (ڏينهن) جن ۾ اسين سڀ شريڪ (ٿيندا) آهيون اسان ڪي تہ ياد بہ ڪونهي تہ (انهن ۾ اسان) ڪو پنجين رپئين جو بہ تعاون ڪيو هوندو يا شاهہ صاحب ڪائي مالي ڪميٽي ناهي هجي. يا هينئر هي جيڪو جلسو ٿيو. اسان پنهنجي ڳالهيو ڪيون تہ چندو وٺون، پاڻ چيائون تہ "بابا ڳالهہ ٻڌو ماڻهن کان پيسا وٺي پوءِ بورچي خانو ڪري ماڻهن کي ماني ڪارائينداسين. اها ڳالهہ مون کي ڪانہ ٿي وڻي، جي پنهنجيءَ مان پنهنجو بوڙ ذرو رڌي ماڻهن کي کارايو تہ نيڪ آ. پلا جيڻ نہ تہ مهرباني ڪري اهي سڀ خرچ جلال شاهہ کي چئو تہ اهو اوهان کي ڏيئي ڇڏيندو. پنهنجا پاڻ ۾ جيڪي آهيو اهي ڏيو تہ نيڪ آ. پر جي اوهين چئو تہ اهو جيڪو آهي ٻين کان وٺڻ وارو ڪم (اهو نيڪ ناهي)" حتاڪ اسان هڪڙي لسٽ ناهي ليندڻ اونرس جي،جنهن ۾ مون پنهنجي پٽ جو بہ نالو ڏنو پرنہ ،منهنجي پٽ کان بہ ڪونہ ورتائون. ڪنهن کان بہ ڪونہ ورتائين. تہ اهو سڀ هٿين خالي ايڏو (سنڌجي آزاديءَ وارو) ڪم ڪرڻ. هٿين خالي، ۽ پوءِ سڀني کي يعني ڪميونسٽن کي بہ پنهنجي ڳالهہ ۾ آڻي ڇڏيائين. مولوي بہ هاڻي تہ سائينءَ واري ڳالهہ پيا ڪن، شاگرد بہ پيا ڪن، هاري بہ اها (ڳالهہ) پيا ڪن. سڀني ماڻهون کي پنهنجو ڪري ڇڏيائين يعني پنهنجي مخالفن کان ڪم ورتائين. مثلن هي جيڪو آهي جام. اهو اخبار ۾ ڏيو يا نہ. شاهہ کي خبر ڪانهي تہ جام ساقي، جام ساقيءَ جو سنڌ سان ڪهڙو واسطو. پليجي جو ڪهڙو واسطو. اهي تہ سنڌ جي اڪائونٽ تي پاليٽيڪس ڪرڻ ني ناجائز سمجهن ٿا. هي انهيءَ کي تعصب ٿا سمجهن. انهن سڀني کي هلائي ڇڏئين ڪم ۾. ۽ (اهو اثر) اهڙو آهي جو هاڻي بہ انهن جي اهڙي حالت آهي جو (اهي) پنهنجي عقيدي جي خلاف. سنڌ جي ڳالهہ ڪن ٿا. لاچار عقيدي جي خلاف. تنهن ڪري پاليٽيشن جيڪڏهن چئو ٿا تہ پاليٽيشن معنيٰ حڪمت ڪندڙ. حڪمت اها آهي. جيئن آءٌ آهيان هي منهنجي حڪمت آ تہ. آءٌ (هتي) ويٺو آهيان ۽ وري هاڻ منهنجي ڪوشش آهي تہ ٻئي پيري ڪو چڪ لڳي تہ ويهن هزارن کان بچان (٦) تہ پاليٽيڪس ۾ حڪمت آهي باقي هي جيڪي آهن. پٽو صاحب، پٽي صاحب جي ڪهڙي پاليٽيڪس آ. (پٽو صاحب) پاليٽشن هو. (پر) پاليٽڪس ڪانہ هيس He has absolutely no Politic سائين تہ شاهہ ني پاليٽڪس جو ٽو ڪٽي. ڳالهہ ني اها آهي بي ڳالهہ ني ڪانهي.

آزاد قاضي: اوهان ڪجهہ ذڪر تہ اڳ ني ڪري ويا آهيون پر مناسب سمجهيو تہ ٻيو سوال بہ ان سان لاڳاپيل آهي. تہ سنڌ جو قومي تشخص ۽ نجات واري جيڪا جدوجهد آهي انهيءَ جي حوالي سان اوهان کي سائينءَ جو ڪهڙو ڪردار نظر ٿو اچي؟

حفيظ قريشي: انهيءَ جي حوالي سان تہ (اوهان) ائين ڪٿي سمجهو تہ جيتري قدر آءٌ آهيان تہ منهنجي نقعلي نگاهہ کان سنڌ جو جيڪو تشخص ۽ نجات (ان لاءِ) علاوه جي. ايم. سيد جي ٻئي ماڻهوءَ ڳالهايو ني ڪونهي مثلاً سنڌي قوم آهي، سنڌ ملڪ آهي، آزاديءَ جو حقدار آهي، آزادي هن جي ضرورت آهي، ۽ آزادي امڪانن ۾ آهي. اهي پنج ڳالهيون جي. ايم. سيد کان علاوه ٻئي ڪنهن بہ ليڊر يا ڪامريڊ ڪيون ئي ڪونهن. سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي تہ ڪنهن ڪئي هجي، ٻيا وڏا ماڻهو بہ آهن، لکڻ وارا، ڪاريگر، سنڌ جا ترجمان ڪيا اٿن، شعر چيا اٿن، اياز آهي، ان بہ سنڌ تي لکيو آهي پر اهي بہ سائين ڪانپوءِ اڳي نہ، اوربجنيٽرجيڪو آهي، جنهن معروف نموني ۾، واضع نموني ۾، ايڪسپريس نموني ۾، وضاحت سان تہ بابا اسين ملڪ آهيون بادشاهہ، اسين پنهنجي مرضيءَ سان توهان سان شريڪ آهيون ۽ پنهنجي مرضي سان توهان کان ڌار ٿينداسين، (اهو) اسان کي حق آهي، اها غلط فهمي اوهان کي نہ ٿيڻ کپي تہ ڪو (اسين) پاڪستان جا صوبا آهيون يا پاڪستان جا Province آهيون ۽ هوئين (بہ) آءٌ اوهان کي ٻڌايا تہ Province پراونس لفظ آهي. انگريزي، توهان وڃي ڊڪشنري پڙهو تہ Province جي معني ڇا آهي. پرونس هڪڙي مصدر آهي To province، تہ پراونس معني To, Devide (ورهائڻ) تہ سنڌ پاڪستان کي ورهائي ڪانہ ناهي وٺئي آ. سنڌ، ماءُ باپ آهي، پاڪستان پوءِ آهي، پاڪستان ڪونہ هو، سنڌ هئي، پاڪستان ڪونہ هوندو سنڌ هوندي، تنهن ڪري (صوبو) To province, صوبو اهو آهي، جو ملڪ کي ڪٽي we are not province To province معنيٰ To Cut اوهان ڊڪشنريون وڃي ڏسو، تنهن جي ڪري ڏسبو تہ جي ايم سيد جي ڳالهہ ئي جيڪا آهي نہ يعني سندس (جدوجهد) اها آهي تہ (سنڌ آزاد ملڪ آهي) جي. ايم. سيد ڪهڙو بہ آهي، ڇا بہ آهي پر اها جنس (آزاديءَ واري) ان وٽان ملندي، انهيءَ وٽان ملي آ. هاٽي ان جا واسطيدار ماڻهو گهٽيئي آهن، جيئن ريڊيو، ريڊيو هڪڙي مسٽر مارڪوني يا ڪو ٻيو هو جنهن ناهيو، پر هاڻ گهٽيئي پيا ناهن. گهٽئي پيا ناهن.

آزاد قاضي: سماجي حيثيت ۾ جي. ايم. سيد جي شخصيت لاءِ اوهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟

حفيظ قريشي : سماجي حيثيت جو سوال هي آ. تہ سنڌ جي سماج ۾، اها ڳالهہ سني يا غلط. سا ڌار ڳالهہ آ. پر سنڌ جي سماج ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جو سيد هجڻ اهو بہ Source of Incom (ڪمائي جو ذريعو) آهي، ۽ وري انهيءَ سيد جو سجاد نشين هجڻ، اهو وري هيڪاري وڌيڪ ڪمائيءَ جو ذريعو آهي، وري انهيءَ سجادہ نشين جو سياست ۾ هجڻ، اهو وري سورس آف انڪم کي سہ آتشڪ. (وارو ڪم ڏئي ٿو) يڪ آتشڪ، دوآتشڪ، سہ آتشڪ، جي. ايم: سيد

ڪي سنڌ جي سماج مان مالي طرح مستفيض ٿيڻ جا، تي سبب (ذريعا) آهن سيد بہ آ، سياست بہ ڪري ٿو ۽ سجاد نشين بہ آهي، پر ٻيون بہ بہ شيون جي. ايم. سيد (جي فائدي) ۾ آهن هو فلسفي بہ آهي، رائيٽر بہ آهي،پنج گويا (ويچار) Accidence سائين وٽ آهن، جي. ايم. سيد انهن پنجنين مان ذاتي طرح هڪڙي پائي بہ ڪمائي ڪانهي، ڪتاب لکيئين، مفت ڇپائي ورهاياين انهن مان ڪي چار پيسا ڪمائڻ نہ! ۽ فلسفي آ. فلسفي ماڻهو ڪم از ڪم پنهنجي متاثرين مان، ڪو نفڙو حاصل ڪري، (پر) هن پنهنجي متاثرين مان هڪڙي پائي بہ حاصل نہ ڪئي آ. هڪڙي پائيءَ جو بہ فائدو حاصل نہ ڪيو آ. سيني ڪي فائدو ڏنو آ. سجاده نشين جي صورت ۾، هن ماڻهوءَ سجاد نشين جو جيڪو مروج فارم آهي انهيءَ ڪي ٿي قبول نہ ڪيو، ڪو نذر، ڪو نياز، نہ تہ اسان ڪي خبر آ، وڏا پير، وڏا رجدار ماڻهو، هي جيڪي بروچ سردار هن، هي جيڪي پاڳارا هن، جيڪي مخدوم صاحب آهن، اهي سڀ پنهنجي انهن حيثيتن مان مستفيض پيا ٿين، مالي طرح سان، هي هڪڙو ماڻهو آ، جنهن مستفيض ٿيڻ جي امڪانن ڪي ارادي طرح رد ڪري، هڪڙي رسم پيدا ڪئي، مون ڪي سائين، هڪڙي پيري ٻڌايو تہ "بابا حيدر سائين جا مريد جيڪي درگاهہ جا خدمتگار هن، انهن جا هڪڙا بہ ڌڻ ٻڪرين جا آهن. حيدر سائينءَ جو جيڪو اسان ميلڙو ڪندا آهيون، انهيءَ ۾ ٻڪر ڇيلو حيدر سائينءَ لاءِ اهي ڏيندا آهن، اهو اينترو ڏيندا آهن جو اسان ڪي گوشت تي خرچ ڪرڻ جي حاجت نہ پوندي آهي، پر هاڻ معلوم ٿيو آهي تہ جيڪا اها رسم هئي، سا بہ سائينءَ ڪدي ڇڏي اها بہ بند ٿي ويئي، هاڻي جيڪا بہ ضرورت پوي ٿي، سن جي ڪاسائيءَ کان خريد ڪري پنهنجي ضرورت پوري ڪن ٿا. سائين ڪنهن بہ دوست وٽ وڃي موت معيت ۾ تہ چادر جا سؤ بہ سؤ ڏئي، منهنجو پٽ مري ويو مونکي پنج سو رپيا ڏيئي ويو، سندس ڏيءَ مري ويئي مون پيسا آفر ڪيا مون کان ڪونہ ورتائون ۽ (سيد) وڙائتو ماڻهو، وڙ، وڙ، وڙائتو ماڻهو سائين اهڙو آ، جو سائين تہ سائين پر سائين جا جيڪي پٽ آهن اهي، جيڪو ماڻهوءَ سان وڙ ڪندا، اهو (ڪرڻ وارو) سنڌ ۾ هڪڙو بہ ماڻهو ڪونهي، منهنجو پٽ مري ويو امير حيدر شاهہ، مون وٽ اچي ڏهہ گهمرا منهنجي تڏي تي وينو، منهنجي ننهن مري ويئي امير حيدر شاهہ، ٻاهران آيو، خبر پيئي قريشي صاحب جي ننهن مري ويئي آ، پيا سڀ ڪم فوت ڪري، موٽر ۾ چڙهي، پنجين سنئين جو پيٽرول ٻاري، مون وٽ اچي فاتح ڪيائين. تہ سماجي طرح سان، سنڌن (اهو مقام آ) سماجي (طرح) چرچي جهڙي ڳالهہ آ تہ ميمڻ سيد سان نهي ٿي ڪونہ، اهو هڪڙو صرف سن ٿي آهي جتي جو ميمڻ، ان جا ٻار جڏهن بيمار ٿيندا آهن تہ سائين ڏانهن موڪلي ۽ دعا ڪرائيندو آهي. مون پنهنجي اکين سان ڏٺو آ، نہ تہ ميمڻ سائين، ڪٿي ڪنهن سيد پيز ڪي مجي، ميمڻ مجي ڪونہ! جتي ميمڻ

هوندو اتي سيد، پير سان ان جو جهيڙو هوندو. پر سن ۾ اوهان ويڏؤ (تہ اها ڳالهہ ملندي) (شاھہ صاحب) ڪجهہ ڪين ڪيئين پر سن ۾ مهاجر آباد نہ ڪيائين، ڪجهہ ڪونہ ڪيائين، پر سن ۾ پنجابي ڪونہ آيو. اوهان سنڌ جي ڪهڙي بہ شهر ۾ وڃون، سواءِ سن جي، اوهان کي غير سنڌي ماڻهو آباد (نظر ايندو) حالانڪ نہ ڪو سائينءَ جهيڙو ڪيو، نہ ڪو چيائين تہ نہ، پر (ڏاريو آباد) ڪونهي سماجي طرح سان (يا) جي. ايم. سيد اخلاقي طرح سان پنهنجي ٻارن جي ماءُ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ جي اوگهڙ بہ ڪانہ ڏٺي، اگرچہ سنڌن گهرواري سنڌس عمر کان وڏي هئي پر سنڌن محبت ۽ توجهہ پنهنجي گهرواريءَ ڏانهن اهو هيو جو (هڪ پيري) سائينءَ مون کي چيو تہ "آءٌ جڏهن ڪراچيءَ مان ايندو آهيان تہ ڏهہ ڏينهن پندرهن ڏينهن، پنهنجي بي بي سان گهر ۾ رهندو آهيان پوءِ وري اچي بنگلي تي ويهندو آهيان وري گهر ڪونہ ويندو آهيان. تہ سماجي طرح سان (سنڌس اهو ڪردار آهي، يا سن سان جيڪو وابستہ ٽاٽو رهيو آ، انهي ٽاٽي کي اهائي شڪايت رهي آ تہ جي. ايم. سيد جي نزديڪيءَ ڪري اسان جي ڪمائي ٿئي ئي نہ ٿي (٧) هينئر تہ سن ۾ بہ ڪو ٽاٽو يا اڌ ٽاٽو ٿيو آهي پر اها شاهہ صاحب جي (سماجي هلت) آهي. ۽ (شاهہ صاحب جا) فيصلا، هڪڙو تہ اهڙو زمانو هو، جو جبل، درياءَ ۽ ڪڇي جو ٻروچ، سائين ٻروچڪي بہ ڄاڻندو آهي، سائين ٻروچڪيِ بہ ڳالهائيندو آ.ان ۾ سائين جو جيڪو فيصلو هوندو هو، اٿين سمجهو تہ تقدير وهي وبندي هئي. اسان جي پاسي ڪوسا ۽ رند وڙهيا هالن ۾، ١٩٣٧ ۾، ڀهرين ڪوسن (ٻيِ جاهلت) Misbehave ڪيو رندن سان، پوءِ رند اگهاڙا ٿي ڪوسن جي لوڙهن ۾ آيا ۽ پوءِ پنج ست ماڻهو ماري زخمي ڪري رند ڀڄي ويا پوءِ اهي رند ٻڌا ۽ انهن کي ڦاسيون ايون، پوءِ وري (انهن مان)بہ ڄڻا ڀڳل ميان بخش ۽ نالي چڱو، سي ٻڌا. اهي جو ٻڌا. ۽ ڪوسي جي عادت هي آ، ڪوسو جي اها عادت مونکي نظر آئي آ تہ، ڪوسو جتي مار کائيندو، اتان لڏي ويندو. تہ ڪوسا هالن جي حد مان مار کائي لڏي وڃي، چيجا پُور ۾ وينا، پوءِ رند وري ٻڌا، ڀهرين پنج ڇهہ ماڻهو ڦاسي کائي ويا پوءِ ٻيا ٻڌا، پوءِ ويچارا رند وڏيڪ مقدمي جو وزن برداشت نہ ڪري سائينءَ وٽ ويا. سائينءَ چيجا پور مان ڪوسن کي گهرائي، اهو ڪيس مون هلايو هو، (سائين) چيجاپور مان ڪوسن کي گهرائي، ٢٦ هزار رندن کان ونڍي ڏنا. پوءِ سائينءَ رڳو رندن کي چيو تہ "خون بها ٿي ويئي هانءَ ڪوسن کي ڇڏيو." سماجي طرح، (سيد) اڄ بہ جتي وينو آهي. جهڙو ڪر پهاڙ وينو آهي ۽ ماڻهن سيني کي خبر آ، تہ سائينءَ وٽ جيڪو فيصلو ٿيندو اهو زبردست وڪرماجيت جو فيصلو ٿيندو. ڪنهن طرح سان سائين (ڪنهن جو) پاسو ڪٽي، ڪڏهن بہ نہ، ڪڏهن بہ نہ، اڄ بہ جتي وينو آ، پهاڙ ٿيو وينو آ، ۽ جي. ايم. سيد جي جيڪا Reputation آ، پاليٽيڪس ۾، پيپلز پارٽي،

هي، هو ( انهن جي ڪهڙي حيثيت آ). عام سنڌ جا راڄ تن ڪي سيني کي خبر آ ته جي. ايم. سيد تمام بهادر، تمام سخي ۽ تمام داناءُ ۽ سنڌ جي ماڻهوءَ جو ازلي خير خواهه آهي. هي لطيف جا ڏينهن، هي درگاهون، هي يونيورسٽي ڪنهن ٺهرائي آ. جي. ايم. سيد ٺهرائي آ. هي سنڌي ادبي بورڊ جو فائونڊر ڪير آ. هي لطيف سائين جي (ياد)، هي جيڪي منڊل محفل، اهي جيڪي راڳ، هي جيڪي ڪلاسيڪل راڳ، اهي سڀ، هي جيڪو ملڪ ۾، واءُ، سواءِ (جڙيو) جنهن ڪان اياز صاحب متاثر ٿيو ته، "سنڌڙي تنهنجو ناءُ" اهو سڀ وايو منڊل ڪنهن ناهيو، اهو سڄو سائينءَ ناهيو آهي. سنڌ جو جيڪو (سڄاڳيءَ وارو) وايو منڊل آهي، يا پاڪستان سان اختلاف ڪيائين، جناح سان اختلاف ڪيائين، سنڌ جي ڪري، سنڌ جي اڪائونٽ تي، يعنيٰ پاڻ چيائين ته "پاڪستان مسلم ليگ کي سنڌ جي فيصلن جو اختيار ناهي، ڇاڪاڻ ته پاڪستان مسلم ليگ يا آل انڊيا مسلم ليگ، سنڌ انهيءَ مان ڪانه ٺهي آ. (اها) سنڌ وارن ناهي آ"، تنهن ڪري سماجي طرح سان شاهه صاحب جو وڏو مقام آهي.

آزاد قاضي: بحيثيت انسان جي توهان سيد صاحب کي ڪيئن ڏٺو آ؟

حفيظ قريشي: مون بحيثيت انسان جي،يعنيٰ مثلاً آءُ (آهيان)، ٻيا ته نهيا، جيسين سائينءَ جي تنگ ۾ عيب نه ٿيو هو، تيسين ڪڏهن به اهڙو (موقعو) نه هو جو سائين ڏاڪڻ تان لهي، مون کي گاڏي ۾ نه چڙهيو هجي، حالانڪ، آءُ سائين جو سياسي پيروڪار نه پر آءُ جهڙوڪر مريد آهيان اگرچه آءُ شرمسار آهيان جو خادم ناهيان، يا بحيثيت انسان جي مثلاً توهان کي ٻڌايم ته ڏيپلائي صاحب ٻه هزار به ڪائي ويو، ڪتاب (مسودو) به ڪائي ويو ۽ مخالفت به ڪيائين، سَو رپئي مهيني تي، پيپلزپارٽيءَ جي سئو رپئي مهيني تي، جي .ايم. سيد جي خلاف ڳالهير جي نالي ۾ هجوَ لکندو هو. ڪڏهن به شاهه صاحب ڪنهن ماڻهوءَ کي، (ڪجهه نه چيو) "ڪڏهن ڪو سا ڪين ٿيا ڏوراپا ڏيئي" پليجو صاحب آيو، سائين اتحاد ڪرڻ ڪيي (٨) هاڻ پليجو اهو ماڻهو آهي جنهن جي. ايم. سيد کي ماءُ پيڻ تي گاريون ڏنيون، ماءُ پيڻ تي، پليجي پنهنجي سڄي جيڪا ادبي جاڻ ۽ لياقت آهي اها جي. ايم. سيد تي استعمال ڪئي آهي، ان کي خوار ڪرڻ جي لاءِ، پر جڏهن به پليجو آيو، پليجي کي رڳو ائين واتان ورائي ڪجهه چئي ڇڏڻ، اصلي نه! سيني جون خبرون اٿس مثال جي طور: ممتاز ڀٽي چيو ته "جي. ايم. سيد اسان قوم پرستن جو نڪ وڍائي ڇڏيو آ." شاهه صاحب جواب ني ڪونه ڏنو، ائين به ڪونه چيائين ته ادا. تون اهو ماڻهو آهين جو سنڌ جي ٻوليءَ جو اشو، سنڌ ۾ جاڳائي، جهيڙو ڪرائي ۽ پوءِ جنهن تنهنجي قائد عوام، اهو تنهنجو بل آرڊيننس سان ڪلعدم ڪيو ته تو ۾ ايتري به اخلاقي جرئت ڪانه هئي جو پنهنجي قائد عوام کي چئين ته نيڪ آ، اسان کي

سنڌ ۾ چيف منسٽر جي حيثيت ۾، ۽ سنڌ (اسيمبليءَ) جي ميمبرن کي، اهو به اختيار ڪونهي جو هو سنڌي ٻوليءَ جو بل پاس ڪن، تو ان (ڳالهه) جو مقابلو به نه ڪيو". ۽ جي. ايم. سيد نه محمد علي جناح جهڙي ڊڪٽيٽر کي آپوز ڪري، ڪراچيءَ Quation (سوال) تي جيل ۾ وڃي ويٺو.

سنڌ جي اشوءَ تي، مسلم ليگ جي دور ١٩٤٦ع ۾، يعني پنهنجي حد واري تڪ تان دست بردار ٿي شڪست کائي ويو، پر قائد اعظم جي آڏ کانه مڃيائين. سائين ويچاري (ممتاز کي ته) ڪجهه چيو ئي ڪونه! ته ادا تون جيڪو آهين (سو اجهو هي آهين) چو؟ سائين چيو، مون کي چيائين. ڪي ته چڱيون ڳالهيون پيو ڪري، هاڻ وري اهي پراڻيون ڳالهيون اسين ڪريون (اهو) مناسب ڪونهي يا ڪٿي چئيس ها ته "ادا تونتي الزام آهي ته تو اشوڪ کي مارائي ڇڏيو." سائين بي ويو ويچارو!. يعني درگذر ڪري ڇڏيائين. رسول بخش پليجو، رسول بخش پليجي جا اهڙا رڪارڊ جي.ايم.سيد وٽ هينئر به تحريري رکيل آهن جو جيڪڏهن جي.ايم.سيد اهي ڪٿي ڇاپي ته خبر پئجي وڃيس. اسين سڀ گنهگار آهيون. رسول بخش ڇا، آءُ به اڳ ئي (گنهگار) آهيان. پر مجال آ سائين (ڪا اهڙي ڳالهه ڪئي) يا مثلاً اياز صاحب، اڄ اياز صاحب کي، جي.ايم.سيد، اياز صاحب کان پُڇو ته جنهن سنڌ لاءِ تون چوين ٿو ته سهندو ڪير ميار او يار، سنڌڙي تان سر ڪير نه ڏيندو. پڇوس ته سنڌڙيءَ جي پاليٽيڪس ۾، ۽ تحريڪ ۾، تو ڪڏهن سو رپيا خرچ ڪيا آهن. توکان ڪڏهن ٥٠ روپيه چندو ورتو ويو آ، تون جڏهن جي. ايم.سيد کي پنهنجو آقا چوندو هئين ۽ ڪيس بڙ سمجهندو هئين تڏهن جي.ايم.سيد، اٺ ڏينهن اچي تنهنجي پاڙي ۾ رهيو ڪڏهن تو جي.ايم.سيد کي ڇُهاري جي دعوت ڪئي. جنهن بزم صوفيائي سنڌ جي جلسن ۾ تنهنجا شعر پڙهبا هئا، تڏهن تو جي.ايم.سيد جي گذارش جي باوجود اتر سنڌ ۾ ڪڏهن ڪو هڪڙو جلسڙو گهرايو، تو سکر ۾ گهرايو، تو خيرپور ۾ گهرايو، خيرپور ۾ (جسلو) گهرايو بئي ماڻهوءَ پر انتظام حفيظ قريشيءَ ڪيو هو اڄ اياز صاحب ٿو ائين چئي. سوال آهي ته اسان سڀني سنڌ جي پاليٽيڪس مان ڪمايو آ. جي.ايم.سيد سنڌ جي پاليٽڪس مان وڃايو آ. اسان به ڪمايو آ. نيڪ آ مون جيل ڀيل ڪاڏا آهن. پر عيوض ۾ الله جي فضل سان جنتي مان وڃان ٿو ته سنڌ جو ماڻهو منهنجي جيڪا آبرو ڪري ٿو، اهو نفعو ناهي ڇا؟ سائينءَ سنڌ جي اڪائونٽ ۾ وڃايو آ. سائين ته رئيس هو، سجاده نشين هو. سائينءَ جي اليڪشن (سياست) هئي سائينءَ ٿو مار [illegible] اڪبر کان، درميان ۾ سنڌ نه هجي ها ته قاضي اڪبر ٿو جي.ايم.سيد کان کٽي، درميان ۾ سنڌ نه هجي ها ته جي.ايم.سيد ٿو ملڪ سڪندر کان شڪست کائي. درميان ۾ سنڌ نه هجي ها ته جي. ايم. سيد ٿو شاهنواز جي پٽ کان شڪست کائي. سنڌ جي اڪائونٽ جي

ڪري جي.ايم.سيد کي پاڪستان جي رائج الوقت حڪومتن سان ٽڪر ۾ اچڻو هو. (٩) سائين، پاڪستان سان ٽڪر ڪري ڪير ڪٽندو؟ درياءَ ۾ رهي واڳوءَ سان وير وجهبو. (اهو) ڪير (ڪندو). هي (جي.ايم.سيد) ته اهو ماڻهو آ جيڪو درياءَ تي وينو آ، واڳونءَ سان وير وجهيو وينو آ. پاڪستان وڏي طاقت آ، پاڪستان وٽ ڪميونسٽ آ، پاڪستان وٽ مولوي آ، پاڪستان وٽ ليڊر آ، پاڪستان وٽ اخبارون آهن، پاڪستان وٽ هڪڙي پنهنجي تاريخ آهي. هڪڙي پنهنجي طرز آهي. پاڪستان وٽ دين آهي. ڌرم آهي. ته (سيد) سنڌ جي خاطر پاڪستان سان وڙهيو آ نه، پيو پاڪستان سان ڪهڙو جهيڙو آ؟.

جي.ايم.سيد جو پاڪستان سان ڪهڙو جهيڙو آ، اهو آهي، ته Don't misbehave with us, Don't misbehave with our land, with our Beaurocracy, with our Trade, with our land, with our Barrage, with our identity پيو جي.ايم.سيد خلاف ڇا هي؟ پيو جي.ايم.سيد ڇا ڪيو آ. پاڪستان جي.ايم.سيد کي ڪهڙو نقصان پهچايو آهي جو (ان جو) مخالف آهي .ته سوال آهي ته (سيد) سنڌ جي اڪائونٽ تي شڪست ڪاڏي اٿس نه! سنڌ جي نالي ۾. جيڪڏهن هرڪو ٽلو ٽو پڻ پاڪستان زنده باد ڪري چيف منسٽر ٿي سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن مثال طور جام صادق علي پاڪستان زنده باد ڪري چيف منسٽر ٿي سگهي ٿو. پٿو به جيڪو آهي سو پاڪستان زنده باد ڪري ڏهه سال (حڪومت ڪندس) ۽ سوَ سال هندستان سان وڙهندس (چئي) پاڪستانين جي پراڻي تعصب کي متحرڪ ڪري (پٿي سگهيو) ته شاهه صاحب به ڪري سگهي ها. شاهه به ڪري سگهي ها ۽ جنهن به ماڻهوءَ سان شاهه صاحب نهيو (اهو به سنڌ لاءِ) مثلاً پٿو صاحب، پٿي صاحب کي شاهه صاحب سن ۾ جيڪا دعوت ڏني هئي تنهن ۾ ٣ هزار ماڻهن کي دعوت هئي. پٿي صاحب کي نوابشاهه ۾ جيڪا دعوت جي.ايم.سيد ڏني هئي لنچ جي، انهيءَ ۾ به هزار ماڻهو دعوت تي هئا پٿي کي نوابشاهه ۾ ڪو ماڻهو ماني ڪارائڻ لاءِ تيار ڪو نه هو. جي.ايم.سيد، سن مان ٽنڊو موڪلي (ته) سنڌ جو ماڻهو آ، ايوب سان وڙهيو آ، انهيءَ کي ٻچ ڪري پلي ويڙهايوس. دادوءَ جا جيڪي جلسا انهن جو سڄو خرچ، سڄو انتظام، انهن جي سڄي والنٽيئري جي.ايم.سيد ڪئي. ۽ آءُ انهيءَ جو حصيدار آهيان. آءُ انهيءَ جو شريڪ آهيان ۽ آءُ پٿي سان گڏ هوس. مون کي ڪڏهن به جي.ايم.سيد ڪو نه چيو ته تون پٿي سان گڏ نه هج حالانڪ پٿي صاحب سن ۾ جي.ايم.سيد کي منهنجي سامهون چيو ته "سائين قريشي صاحب کي چئو ته مون سان شريڪ ٿئي". سائين مُسڪرائي پيو، هاڻ آءُ، سائين (ڪيڏانهن وڃان) پٿو مون کي وٽندو هو ڏاڍو پر هو (پٿو) منهنجو پيارو هو. هو (سيد) منهنجو محترم هو. هِن (سيد) جي آءُ مخلوق هوس. سائين جي آءُ

مخلوق – مون کي سائينءَ ڏرتيءَ جي واقفيت ڪرائي ته ڌرتي به ڌر ٿيندي آ. مون کي (اڳ) خبر ني ڪا نه هئي. لاالله الله محمد رسول الله مون کي خبر ني ڪا نه هئي. مون کي سنڌي، پهرين ته مون کي سنڌي ڪيو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ١٩۴۵ع ۾، (ان کان اڳ) مون کي خبر ني ڪا نه هئي ته ڪو سنڌي (به) ٿيندو آ. سنڌ جي پاليٽڪس ڪبي اها ڳالهه جي.ايم.سيد ٻڌائي ۽ پاڪستان جي پاليٽڪس ڪبي ني ڪانه. اها به سائينءَ ڳالهه ٻڌائي. هينئر اسين ماٺهو بي نظير جي خلاف آهيون پر، اسان به ٿوٽ هٽي وجي ڪا صورت ڪريون. پر نه، ائين اسين ڪو نه ٿا ڪريون. باقي رهيو سوال Between the two evils، مثال جي طور جناح جيو ته گانڌيءَ سان نهيو. ابوالڪلام آزاد سان ڪو نه نهيو. سنڌ ۾ بي نظير سان ڪو نه نهيو. نواز شريف سان نهيو، جو ته بي نظير سنڌ جي غدار آهي. هو پنجاب جو (نمائندو) آهي. غدار سان ڪو نه نهيو. مخالف سان نهبو، غدار جا پير ڪونهين. مخالف ته رهندو. اڄ نواز شريف، سياٿي ڪو پيو پنجابي چوڌري. اسين پنجاب کي به دعا ٿا ڪريون ته الله ڪري خوش هجي. اسان جي جان ڇڏين. اسين ڪو پنجاب جي خلاف ٿوروني آهيون ۽ پنجاب پاڻ ني ڇڏي ويندو هليو. هينئر پنجاب اسان کي ڇڏي ويندو هليو جو ته پنجاب جو ماٺهو بورب ويو آ. آمريڪا ويو آ. انهيءَ کي خبر آ ته هو جيڪا Exploitation (استحصال) ان قسم جي آ. پوليٽيڪل نموني جي اها (هاڻ گهٽو وقت) نه هلندي. پنجاب (ڇڏي وڃڻ کان) پوءِ به Exploit ڪندو. جيئن انگريز، اسان کي اڄان به Exploit ڪري پيو پر اسان کي آزاد ڪري پوءِ، پنجاب جو آزادي تي ١٩٧١ع ۾ جيڪو بنگال سان جهيڙو ٿيو. اهو اسان سان ڪو نه ٿيندو. تنهن کان سواءِ اهو (جهيڙو) انهيءَ ڪري ٿيو، اها منهنجي راءِ آهي، ته هن (مجيب الرحمان) ڳالهه، ڪنٽل تي ڪئي، هن، (مجيب الرحمان) (Faulty فالٽي) ڪنٽل تي ڳالهه ڪيائين. ڳالهه ڪنٽل تي ڪيائين. ڳالهه ڪري ها ته بابا، اسين ڌار آهيون، اسان کي ڇڏيو. " پاڪستان مين بهي هين، اور پاڪستان مين نهين بهي هين " ته پوءِ مار پئي. هي (سيد) ته اها ڳالهه ڪري ني ڪا نه ٿو. هي ته چوي ٿو ته بابا پاڻ تاريخي علائقا آهيون، پاڻ آزاد هجڻ ڪپون. جيئن استونيا آزاد ٿي وئي. ليٿونيا آزاد ٿي وئي اهي سڀ آزاد ٿي ويا. هي ته (اهڙي) سنڌي ڳالهه پيو ڪري پئي توهان کي ته خبر آهي ته هن (سيد) کي راجيو گانڌيءَ چيو هو ته اسين توهان کي هٿيار ڏيون، پر هن انڪار ڪري ڇڏيو ۽ هن چيو ته "اسان کي رڳو قبول ڪريو، غلام ملڪ طور قبول ڪريو".

آزاد قاضي: سيد جي شخصيت جا سڀ کان اهم ۽ نمايان پهلو، جيڪي توهان ڏٺا يا محسوس ڪيا هجن؟

حفيظ قريشي: خبرون خير، مون زندگيءَ ۾ پهريون پيرو

جي.ايم.سيد کي ١٩٣٧ع ۾ ٽنڊي باگي ۾ (بڊو) اوڏڙي ڪئمپ جيڪا مير نور حسين خان لڳائي هئي، جنهن ۾ حضرت علامہ مشرقي آيو هو. انهيءَ ۾ آءُ بہ هوس ۽ مون کي چيائون تہ جي.ايم.سيد آيو آ. ١٩٣٧ع ۾ آءُ پنجون درجو پڙهندو هوس. پوءِ مون هڪڙو پيرو، تصوير ۾ جي.ايم.سيد کي خاڪسارن جيورديءَ ۾ بہ ڏٺو هو. شايد انهيءَ زماني ۾ جي.ايم.سيد کي ڏاڙهي بہ هي..... يا ڪا نہ هئي. پر ڏاڙهيءَ سان بہ جي.ايم.سيد جو فوٽو مون ڏٺو. انهيءَ کان وڌيڪ مون کي جي.ايم.سيد جي ڪا معلومات ڪا نہ هئي. ١٩٤٨ع ۾ خاڪسار تحريڪ ماني ٿي ويئي هئي. اسان جو دوست ۽ مهربان مير علي احمد خان، لاهور مان ميان افتخار الدين جي وساطت سان، ڪميونزم کان واقف ٿي، سنڌ ۾ ميان افتخار الدين جي هلايل تحريڪ ۽ جماعت قائم ڪرڻ جي لاءِ، مير صاحب پنهنجا پراڻا خاڪسار گهرايا، جنهن ۾ آءُ بہ هوس. مير علي احمد خان بہ هو. آءُ پانيان ٿو تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بہ هو، غلام مصطفيٰ شاهہ بہ هو. قاضي فيض محمد بہ هو، سردار علي شاهہ بہ هو، شمس الدين شاهہ بہ هو، جيڪو پوءِ پيپلز پارٽي ۾ شريڪ ٿيو. ڪامريڊ ٿيو، وغيره. سي اسان کي ٽي سوَ ڪن سفيد پوش ماڻهو سي مير صاحب وٽ آياسون. ميان افتخار الدين ۽ سڪندر حيات جي پٽ سردار شوڪت حيات، آزاد پاڪستان پارٽي ٺاهي هئي ان جي لاءِ اسين ٽي سو ماڻهو جمع ٿياسون. مير علي احمد خان، چنڊ ڦوڪ ۾ لڳہ پيو هو. اسين پئي جمع ٿياسون. اتي هڪڙو ماڻهو هو، جنهن جو نالو وسري ويو آهي، سنڌي ماستر غوني جو ماڻهو هو. تنهن چيو تہ "سائينءَ جي.ايم.سيد جو هڪڙو ليڪچر آهي، هڪڙو واعظ آهي سو پڙهي ٻڌايان؟ اهو واعظ جو، هن پڙهيو، سائينءَ جو لکيل، تہ مون تي انهيءَ جو ايڏو اثر ٿيو جو آءُ اٿي بينس ۽ مون چيو "لبيڪ ثم لبيڪ، لبيڪ!" پوءِ هن تقرير پوري ڪئي. ۽ پوءِ مون اٿي تقرير ڪئي. مون تقرير ۾ چيو تہ "اسان اڳي بہ پنجابيءَ جا پيروڪار هياسون علامہ مشرقيءَ جا، هاڻي وري ميان افتخار الدين جا پيروڪار ٿيون، اها ڳالهہ جائز نظر نہ ٿي اچي. "آسمان مان ڪرنون، کجور ۾ ڦاسئون". (سو نيڪ نہ آهي) ۽ هي جنهن ماڻهوءَ جو خطبو آهي، وڃبو انهيءَ وٽ." اجان مون پنهنجو خطبو ڪيو پئي تہ هو بہ اچي نڪتا تہ مون وري اردوءَ ۾ ڳالهايو، هن کي خبر ڪا نہ هئي تہ ڳالهائي چا پيو، هن چيو " آپ تقرير چالو رکهين" هُن پايون تہ منهنجي تعريف ۾ پئي ڪا تقرير ٿئي تہ مون وري اردوءَ ۾ اها ڳالهہ ڪئي. مون اها جو ڳالهہ ڪئي تہ ميان صاحب سمجهو تہ هي تہ ڪم ٿيندو ئي ڪو نہ، هي تہ صفا منهنجي مخالفت پئي ٿئي. اهو ڪيئن ٿيندو؟ انهيءَ (ميان صاحب) منهنجي تقرير ڪانپوءِ اٿي چيو تہ "پائيو، مين دير سي آيا هون، دوپهر کي کهاني کا بهي ٽائيم هوگيا هے، مين معافي چاهتا هون کهانا کهائين، تو پهر

ڪارروائي چالو ڪرين". مير صاحب وڏو عاليشان ماڻهو هو، ميان ته مير ڪان به وڏو ماڻهو هو. ميان وٽ محلات هئا. مير صاحب وٽ ڪرائي جو بنگلو هو. ميان صاحب جو جيڪو آئيڪ مين روڊ تي بنگلو هو، اهو محلات هو، چار پنج ته ڊرائنگ روم هئس انهيءَ ۾! سو مانيءَ تي ويناسين، بيهي ڪاڏوسون، مون سان به ميان افتخارالدين هٿ ملايو، مون ميان افتخارالدين کي چيو ته "ميان صاحب آپ همين جي.ايم.سيد کي پاس جاني سي نه روڪين. مير صاحب ڪو بهي ڪهين ڪه جي.ايم.سيد کي پاس چلين." مسڪين جي (اها) ڳالهه اهڙي لڳي وئي جو ميان صاحب به چيو ته.... انهيءَ زماني ۾ جي.ايم.سيد جي متعلق اها ڳالهه مشهور هئي، سمجهي ويندي هئي ته هي به ڪميونسٽ آ، تنهن ڪري ميان صاحب سمجهيو ته ٺيڪ آ، مسلم ليگ ڪان نڪري، جي.ايم.سيد ڏي وڃن ٿا ته به ٺيڪ آ. (تنهن ڪري هن چيو) " آپ جائين!". اسين وياسين ٽيئي سو ماڻهو وياسين. سائين وٽ ويا به به ماڻهو وينا هئا. هڪڙو سائين، ٻيو شيخ عبدالمجيد، ٽيون غلام مصطفيٰ پرڳڙي، سو ڪليا پئي. پاڻ ۾ وڏي ڪمري ۾ وينا هئا. مير صاحب ڳالهايو سائينءَ سان، پر پاڻئجي ٿو ته نهيا ڪو نه ڳالهائڻ ۾، رش اينٽري هئي جو، احمد خان لانگاهه ايڊووڪيٽ، ان ڪان پڇجو اڄان جيئرو آهي، مُئو ڪونهي، رش اينٽري هئي جو مون ان ڪان پارڪر پين ورتي سا منهنجي گم ٿي وئي. اينترا ماڻهو هئا. ان منجهان اوهان اندازو ڪريو پوءِ جڏهن چئين پنجين بجي مهل اها نشست پوري ٿي، تڏهن مير صاحب چيو ته "هلو ته هلون". آءٌ پانيان ٿو ته مير صاحب مون کي تمام پيار ڪندو هو، مير صاحب چيو ته "هينئر ته هلو پوءِ، تون پلي جي.ايم.سيد سان سياست ڪجانءِ" مون چيو ته "نه مون کي هينئر ڇڏ". مون کي چيائين ته "رات ماني باني مون وٽ کاءُ، پوءِ کٽي تون وڃجانءِ". مون چيو ته "سائينءَ اها ڳالهه ٺيڪ آ پر مسڪين هي حيدر منزل جو دروازو ڪو نه ڇڏيندو. هاڻي مون کي ڇڏيو." پوءِ آءٌ اتي رهجي ويس. ١٩٤٨ع ۾، آءٌ خود سياسي ماڻهو هوس، سياسي ورڪر، سياسي ماڻهو نه پر سيريس قسم جو هڪڙو ورڪر قسم جو ماڻهو هوس. پوءِ مون کي جي.ايم.سيد جي جيڪا تنظيم نه ڪرڻ، انهيءَ جي دل ۾ شڪايت هوندي هئي ته ڪائي آفيس وغيره ڪڄجي، ڪائي اخبار ڪڄجي، ڪو هيئن ڪجي، ڪو ڦلاڻ ڪجي. باقي جي.ايم.سيد جو ٻيو طور طريقو، اٿڻ ويهڻ، فڪر، فهم ۽ طريقو (چا پڇجي) سنڌ اسيمبليءَ ۾ (سيد هيو) مون کي ياد آ، هڪڙو ماڻهو بوبڪن جو آيو مون وٽ، ڪو انتظامي قسم جو ڪم ڪٽي، سو مون خط لکي جي.ايم.سيد ڏي ڏياري موڪليو. انهن ڏينهن اهو ماڻهو آيو، مون چيو خبر ٻڌاءِ، چيائين منهنجو ڪم ٿي ويو. ڪير به ماڻهو انهن ڪو نه ڪندو پوءِ ته هاڻي منهنجو واسطو رهيو آ. سائين جو مقام هي آ. هاڻ آءٌ سائين جو هڪڙو ڪئريڪٽر ٻڌايان.

سائين هڪڙو الائي ڪهڙو فنڪشن رکيو سن ۾، مون کي به دعوت ڏنائين. مان ڪراچيءَ مان آيس ڪوٽڙي اتان گاڏي ويٺي هلي، آءُ حيدرآباد ۾ آيس. ٽيڪسي ڪيم، پهتس سڪرنڊ، سڪرنڊ مان آيس پنهنجي ٻنيءَ تي، اتان مان گهوڙيءَ تي چڙهيس، اتي شام ٿي ويئي، پٽڻ تي پهتس، پٽڻ تي چيائون "بابا هاڻ سيدن جي ڪير جو ٻتيلو ايندو، هو (جيڪو عام جو) پٽڻ آهي، اهو چئو، باقي انهيءَ تي وڃجو. انهيءَ زماني ۾ جي.ايم.سيد وارن جو سڪرنڊ جي پاسي ڏي وڏاڻ هوندو هو (جنان ڪير شام جو ويندو هو) ان ۾ اسين وياسون. اسان پهتاسون ته انهيءَ مجلس ۾ ڊاڪٽر ڏيروائيءَ جي چانهه هئي حاضرين کي، سو پڪوڙا ۽ چانهه پئي هليا. سائين ڪيڏي مهل منهنجي پرسان اچي وينو ۽ مون کي چيائين ته پڪوڙا ۽ چانهه نه کائجانءِ تنهنجي لاءِ ٻن پهرن جي ماني مون رکائي ڇڏي آ، تون پڪوڙا ۽ چانهه نه کائجانءِ. خير مون چيو ته ڏاڍو سنو، ٻُک به هئي ڏاڍي، مون ماني ڪاڏي ڪا نه هئي. ماني، به عاليشان هئي. تتر به هئا، ڪو پلو ٻلو به هو، ماني کائي ڏاڍو خوش ٿيس. پوءِ مون سائين کان پڇيو ته اها ماني اوهان ڇو رکائي؟ چيائين ته مون کي خبر هئي تون ايندين" (تڏهن رکائي ڇڏيم ائين ڪير تو ڪري؟) اهڙا ڪيترائي مثال آهن ته اها هئي سيد جي فهم ۽ فراست!.

زميندار ڪٽنون ڪٽندا آهن، ملڪيتون ميڙيندا آهن، پر سائينءَ پنهنجي پيءُ محمد شاهه جي ڪاتي کان ٻاهر هڪڙو ايڪڙ به بٺريج مان ڪو نه ڪنيو. حالانڪ سائين انهيءَ زماني (١٩٩٣٦ع کان پوءِ) ۾ سنڌ گورنمينٽ جي ناهڻ ڌاهڻ وارن مان هو. پر سائين کي، بئريج جي علائقي ۾ ٻني آهي ئي ڪا نه! اها جيڪا ٻني توهان ڏسو ٿا، اها سائين جي پيءُ کي مريدن وٽان گفٽ ۾ ملي هئي. پوءِ اها به سائين انهن کي اڌ موٽائي ڏني، اڌ پاڻ وٽ رکي. اهڙا ڪيئي شاهه جي شخصيت جا نمايان پهلو بيان ڪري سگهجن ٿا.

---

# حوالا ۽ حاشيا

(١) اهو ان وقت جو ذڪر آهي جڏهن قريشي صاحب مشهور جهنڊي ڪيس ۾ گرفتار ڪيو ويو هو،

(٢) اهو اشارو سائين جي.ايم.سيد جي ڪتاب، پيغام لطيف ڏانهن آهي

(٣) ٢٠ اپريل ١٩٧٣ع تي سائين جي.اي.سيد سپيرئر سائنس ڪاليج خيرپور ۾ تقرير ڪئي، جنهن ۾ پاڻ سنڌو ديس ڇا آهي؟ سنڌي قوم جون وصفون ۽ (سندن) فرائض ڪهڙا آهن اهڙن بنيادي نڪتن بابت سائينءَ انتهائي اهم

۽ بنيادي معلومات ڏني هئي .

(۴) هونئن تہ سائينءَ جي ١٩۴٧ع وارين تقريرن ۾ پڻ سنڌو ديش جو ذڪر مِلي ٿو. پر سائين جي.ايم.سيد ٣١ مارچ ١٩٧٣ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي شام جي موقعي تي هڪ تقرير ڪئي، جنهن ۾ پاڻ قومي نظريي ۽ ملڪي آئين بابت سمجهاڻي ڏيندي، سنڌوديش، سنڌ جي زبان ۽ ڪلچر، سنڌي قوم جي تڪميل ۽ ان جا تاريخي بنياد واري حوالي سان سمجهاڻي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

(۵) منهنجي خيال ۾ اهو اشارو ٢٣ جون ١٩۴٧ع تي سن ۾ ترقي پسند جماعت قائم ڪرڻ واري موقعي تي سائين جي.ايم.سيد جي ڪيل تقرير طرف آهي. جنهن ۾ پاڻ اها ڳالهہ واضح ڪئي اٿن تہ گهٽي تجربي ۽ حقيقتن جي آڌار تي اڄ مسلمانن جي جدا گانہ قومي نظريي مان اعتماد وڃائي وينو آهيان ۽ جديد قومي نظريي يعني ملڪ، اقتصادي مفاد، ڪلچر، زبان ۽ قومي ڪردار جي بنيادن تي قوم جي تشڪيل ۾ ويساهہ ڪرڻ لڳو آهيان، اڄڪلهہ دنيا جي هر حصي ۾ قومي نظريي جو وجود انهن اصولن تي ٻڌو وڃي ٿو، انهيءَ نقطہ نگاهہ کان سنڌي هڪ جداگانہ قوميت جي حيثيت رکن ٿا. (چوندڊ سياسي مضمون ص.۵)

(٦) قريشي صاحب ان وقت جي وزير اعلىٰ جام صادق عليءَ سان پراڻن تعلقاتن سبب ڪافي عرصي کان MPA هاسٽل ۾ رهيو پيو هيو، جنهن جو ڪرايو لڳ ڀڳ ٢٠ هزار تي چڪو هو. اهو انّ جو ذڪر ڪيو اٿن.

(٧) اها ڳالهہ سن جي پس گردائي ۾ مشهور آهي تہ سائين جي.ايم.سيد ڪنهن کي ٻڌائيندو ڪونہ هو ۽ جيڪڏهن ڪو اتفاق سان ڪنهن مسئلو ۾ اڙجي ٿاڻي ۾ ايندو هو تہ، ان کي چلان نہ ڪيو ويندو هو. چاڪاڻ تہ ٿاڻي وارن کي خبر هوندي هئي تہ، اجهو ٿو سائين فون ڪري، ۽ ٿيندو بہ ائين هيو مسئلي ڪٿي کهڙو بہ هجي سچ لهڻ کان اڳ سائين فون ڪري ان ماڻهو کي ڇڏرائي ڇڏيندو هو. ۽ جيڪو بہ مسئلو هوندو هو ان کي راجوٽي طريقي سان حل ڪندو هو. جيڪڏهن صوبيدار ڪنهن قسم جي هيراڦيري ڪئي تہ ان جو خير نہ هوندو. سائينءَ جي وفات کان پوءِ بئي ڏينهن سنڌن تڏي تي وينا هياسين جو سن کي ڪنهن مسڪين ماڻهوءَ هيٺين ريت ڳالهہ ڪئي چئي: مون کان مانجهند واري صوبيدار بي واجبي ڪري پيسا ورتا. مون سائينءَ کي شڪايت ڪئي، سائين SP سان ڳالهائڻ لاءِ فون ڪئي، SP نہ مليو، I.G کي فون ڪيو، اهو نہ مليو تہ سائين چڙ ۾ اچي آپريٽر کي چيو تہ گورنر ملائي ڏي، ان وچ ۾ صوبيدار کي خبر پئجي وئي تہ سائينءَ تائين ڳالهہ پهتي آهي سو شام جو ميڙ ڪري سيد کان معافي وٺي، رقم بہ ڏيئي ويو.

(٨) اهو سنڌ قومي اتحاد ٺهڻ واري وقت جو ذڪر آهي، ان وقت پليجو صاحب پنجاب جي دوري تي هيو جو ڪيس خبر پيئي ته سن ۾ مختلف ڌرين جي گڏجاڻي ٿي آهي ۽ سيد جي سربراهيءَ سنڌ جي قومپرستن جو وسيع تر اتحاد ٺهي رهيو آهي، پاڻ پنهنجي دوري کي اڌ ۾ ڇڏي واپس آيو ۽ اچي نئين ٺهندڙ اتحاد ۾ شامل ٿيڻ جي ڳالهه ڪيائين.

(٩) اليڪشن ڪٽڻ ۽ سيٽ بچائڻ لاءِ جيڪي طريقا ٿيندا آهن سيد پنهنجي اصولن تي برقرار رهندي اهڙن مڙني عملن کان پري رهيو ورنه جيڪڏهن ڪيس سيٽ حاصل ڪرڻي هجي ها ته ڪري پئي سگهيو پر ان وقت واري سندس اصولي موقف ته، سنڌ جي معاملن ۾ پاڪستان مسلم ليگ کي مداخلت ڪرڻ جو حق ناهي، ان اصول تحت ڪين جناح صاحب سان ٽڪر ۾ اچڻو هيو ۽ پاڻ ان تان تر جيترو به نه هٽيو. ان اليڪشن ۾ جيڪڏهن وڏي پيماني تي ڌانڌلي نه ڪئي وڃي ها (جيڪا پوءِ اڳتي هلي ثابت ٿي ۽ فيصلو سيد جي حق ۾ ٿيو) ته سيد اها اليڪشن کٽي ها.

# جي ايم سيد جو فڪر

سائين جي ايم سيد جي وفات کان پوءِ پندرنهن روزه ساجاهه رسالي طرفان سائين جي ايم سيد جي فڪري پهلوئن ۽ جيئي سنڌ جي مختلف اڳواڻن کان هڪ ئي سوال ڪيو ويو هو. جيڪو اصل ۾ ٽن چئن سوالن تي مشتمل هو. ان جو قريشي صاحب جيڪي جامع جواب ڏنو، اهو هتي ساجاهه جي ٿورن سان ڏجي ٿو. آزاد قاضي

سوال: " توهان سائين جي. ايم. سيد جي فڪر کي ڪيئن ڏٺو آهي؟ ان کي هاڻ پنهنجو ڪيو ٿا يا نه؟ ان فڪر جو توهان جي ذهن ۾ ڪهڙو تصور يا خاڪو موجود آهي؟ ان کي اڳتي جدوجهد ۾ ڪٿي هلڻ لاءِ توهان وٽ ڪهڙو طريقه ڪار يا نقطه نظر آهي؟ ۽ ان ٿي حوالي سان جيئي سنڌ رهبر ڪميٽيءَ کي ڪهڙي حيثيت ڏيڻ چاهيندا؟

حفيظ قريشي: جي. ايم. سيد جي، جيڪا سنڌ جي ڳالهه آهي، اها منهنجي پنهنجيءَ زندگي ۾، ۱۹۴۷ع ۾، جهڙوڪر انقلاب جي صورت ۾ سامهون آئي هئي. جنهن ڳالهه کان آئون قطعي نابلند هوس، مون کي اها خبر ئي ڪا نه هئي ته ڪو سنڌ جي اڪائونٽ تي به ڪا سياست ضروري آهي يا ڪرڻ کپي، ان ڪري شاهه جي اها ڳالهه مون لاءِ اهڙي هئي جيڪا منهنجي قلب ۾، ڪوڪي يا ڪلي وانگر ڪُپي وئي.

شاهه صاحب سان منهنجي انهيءَ تعلق کان پوءِ، مون جيئن جيئن سياست ٿي ڪئي، تيئن تيئن مون کي پاڪستان ۾ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن سان ٿيندڙ زيادتيون احساس ڏياريندڙ هيون ۽ شرمسار به ڪنديون هيون ته آئون هڪ وڪيل ماڻهو آهيان ۽ پڙهيل ڳڙهيل به آهيان. پوءِ به مون کي اها خبر ئي ڪا نه هئي ته ڪو سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن سان ظلم ۽ ڏاڍ به ٿئي ٿو؟! ۽ اهي غلام به آهن؟ اهو ئي سبب آهي، جو مان ان کان پوءِ شاهه صاحب جي سياست کان ٻاهر ڪڏهن سوچي به ڪو نه سگهيس. منهنجي نظر ۾ هر ڪا ماجرا، جنهن ۾ سياسي ماجرا به آهي، ان جا ٻه فيڪٽر آهن، هڪڙو Subjective سبجيڪٽو ۽ ٻيو objective آبجيڪٽو آهي. سائين جي. ايم. سيد جي سياست جو سبجيڪٽو پاسو اهو آهي، جو اها هاڻي هن وقت سنڌ جي باشعور ماڻهوءَ ۽ سرگرم ۽ هلندڙ چلندڙ ماڻهو جي قلب اندر پهچي چُڪي آهي ۽ اها ان جي قلب ۾ اينترو گهڙي ۽ وِيهي وِئي آهي، جيڪا هاڻ نڪري ڪا نه سگهندي. ان کان سواءِ اها ايڏو معروضي سچ آهي، جنهن کي سنڌ جو ماڻهو هاڻي ڇڏيندو ئي ڪو نه،

ڇو ته اها سنڌ قلب ۾ کلو ٿي لڳي وئي آهي. جيئن منهنجي قلب ۾ سائين جي سياست کلو ٿي لڳي وئي آهي. تيئن هاڻي اها سياست، مون کان به وڌيڪ اهڙا ماڻهو آهن، جن جي قلب ۾ کپي وئي آهي. مون سوين اهڙا ماڻهو ڏٺا آهن، جيڪي قربانيون، ڪوششن ۽ جدوجهد ۾ مون کان به گهڻو اڳتي نڪري ۽ وڌي ويا آهن. ان کان سواءِ ان جو ٻيو جيڪو آبجيڪٽو فيڪٽر آهي، اهو انهيءَ کان به وڌيڪ طاقتور آهي ۽ اهو اهڙو آهي، جو آئون پايان ٿو ته ڏهين، ٻارهين، پندرهين سالين سنڌ آزاد ٿي ويندي. جيڪي ماڻهو هن وقت سنڌ آزاد ڪرڻ نٿا ڏين، سي خود چوندا ته هاڻ اسان توهان جي جان ڇڏي، توهان ڀلي آزاد ٿي وڃو، اهڙا آبجيڪٽو فيڪٽر موجود آهن ۽ ٻيا پيدا ٿي رهيا آهن، صرف هڪڙي ڳالهه آهي ته:

"گهڙو ڀڳو ته گهوريو، پاٽان هو حجاب".

ٻئي صاحب جي سنڌي هجڻ ۽ قاسي ڪائڻ جو جادو کلي ۽ پڌرو ٿي پوندو، هن وقت اها ڳالهه وچان پردي وانگر بيٺي آهي پر جڏهن به اها پڌري ٿي پئي ته سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ سنڌ ۾ طوفان بنجي اٿندي. ڇو ته اسان جا هي جيڪي نوجوان ڪم ڪن پيا. گل محمد جکراڻي، ڊاڪٽر ڪالاڻي، بشير خان يا آريسر آهن، يا جيڪي ٻيا آهن، ڀوءِ ڪسو يا ڪاندو، پر آئون چوندو آهيان ته هن کي آفرين آهي، ۽ پائيندو آهيان ته پنهنجي هزان وڙا انهن جي مددگريان! انهن جي تاليف ڪلب ڪريان، شاباس هجين! ....جو مون اهڙا به دور ڏٺا آهن، جڏهن ڪراچيءَ جي ڏار ٽيڻ تي سائين ۽ اسان حيدر منزل ۾ ويهي رئندا هناسون، هيئن تحريڪ هلائڻ، نعرا هڻڻ، جلسا ۽ جلوس ڪڍڻ، سوال ئي ڪونه هو!!.... ته هي ڪئين ٿيندا آهن؟

ڪالهه محمود هارون ويچاري ميمڻ ماڻهوءَ جو اخبار ۾ بيان پڙهيو اٿم، چوي ٿو ته "هاڻي جي. ايم. سيد کان پوءِ قوم پرست تحريڪ ختم ٿي ويندي" هن کي خبر هجي ته يوسف هارون يا عبدالله هارون جو مرڻ ٻيو آهي ۽ جي. ايم. سيد جو مرڻ ٻيو آهي!!.... عبدالله هارون جي مرڻ کان پوءِ ان جي مسلم ليگ ختم ٿي سگهي ٿي. پر جي. ايم. سيد جي ڳالهه، هاڻي مرڳو وڌي ويندي!......... جي. ايم. سيد ته پاڻ اڳوڻي زماني جو ماڻهو هو، قومي تحريڪ کي ڊيسينٽ نموني ۾ رکيو ويٺو هو. ۽ سڄي تحريڪ ۽ ڪارڪنن کي ڪنٽرول ڪيو ويٺو هو. اهو هليو ويو. هاڻي هي سنڌي نوجوان خبر اٿئي ته ڇا ڪندا ؟!!.... هي آگ لڳائي ڇڏيندا!!... اهو جي. ايم. سيد هو، جيڪو اهنسا ۽ غير تشدد واريون ڳالهيون ڪندو هو. اهي سڀ سائين مڙئي غير فطري (ان نيچرل) ڳالهيون ڪندو هو!!.... هاڻي اهنسا ڇا جي؟......، جهيڙو ٿيندووڏو .... صفا وڏو جهيڙو ٿيندو .... تمام وڏو جهيڙو ٿيندو!! اهڙو (ڪلٽدي) جو راڄ

ڏسندا!!!... اهو اهنسا ڀهنسا وارو ته ويو هليو. هاڻ اسان پنهنجي پاليسي ٻان ٿاهيندا سون!!. اها منهنجي راءِ آهي. تنهنجي ڪري مونکي ڪابه مايوسي ڪانه آهي، اهو جيڪو چيو پيو وڃي ته شاهه صاحب وفات ڪري ويو آهي ۽ هاڻي ڪي به ڪين ٿيندو! ائين ڪونه آهي. هي آبجيڪٽو تحريڪ آهي، هيءَ ماڻهن ۾ هاڻ پرڪوليٽ ڪندي، جيئن پاڻي پرڪوليٽ ڪندو آهي: تيئن پرڪوليٽ ڪندي ۽ تمام گهڻو اڳتي وڌي ويندي تنهن ڪري آنون مايوس ڪونه ٿيو آهيان، باقي مون کي (شاهه جي وفات تي) ڏک سو ٿيو آهي!!!.

# اسان جا پاڪستان سڳوري ۾ حق آهن ڪهڙا؟

حاجي حفيظ قريشي جو هي انٽرويو روزاني سنڌ حيدرآباد ۲۲ مئي ۱۹۹۷ع تي هنن عنوان سان شايع ڪيو "بهترين اهو طبقو نه ٿيندو جنهن گهرجي ته اسان جا هن پاڪستان سڳوري ۾ حق آهن ڪهڙا؟" انٽرويو جي هنن هلندڙ ڇاپي ويو هو. جنهن جي ٻاهرين ڪهڙي سنڌ اڻ جو ٻاقي حصو پوءِ شايع ڪونه ٿيو. (آزاد قاضي)

سنڌ: هاڻي اوهان جي طبيعت ڪيئن آهي؟

حفيظ قريشي: منهنجي طبيعت هاڻي نيڪ آهي. مون جڏهن لنڊن ۾ پنهنجي آپريشن ڪرائي، تڏهن مون دوا فقط هڪڙو ڏينهن ورتي. لنڊن مان پهچي، رات پنهنجي گهر ۾ رهي، آئون پهتس سائين (جي.ايم.سيد) وٽ، سائين مون کي چيو "دوا؟" مون چيو " هي ٻه دوائون آهن، جيڪي آئون کاوان ٿي ڪونه." سائين چيو" آئون رهان ٿي دوا تي ٿو". چيائين"هي ٻئي دوائون پيون آهن، کاءُ" ان کان پوءِ مون دوا ڪاڏي ٿي ڪونهي توتل. هن پيري ۳ اٽيڪس ٿيا. ۲ اٽيڪس آئون سهي ويس، منهنجو پٽ چئي ٿو "انهن غفلتن جي ڪري تنهنجي بيماري وڌي وئي آهي، اهي ۲ اٽيڪس جيڪي برداشت ڪيا سي تو کي برداشت ڪرڻا نه هئا" منهنجو پٽ اهڙو ڪوئي سينئر ڊاڪٽر ڪونهي، مڙئي چئن پنجن سالن جو ڊاڪٽر آهي، اها ان جي ڳالهه آهي، باقي هاڻ مان چاڪ آهيان، بيماريءَ بي ڪري مونکي ٻه ٽي فائدا ٿيا آهن، هڪڙو فائدو اهو ٿيو آهي ته هي جيڪو سنڌ جو پرابلم آهي، سو سڄو "پرابل" آهي (خاڪي جوبي ڏانهن اشارو ڪندي) هي هڪڙي جنس ويٺي آهي، اڄ قادر مگسي آيو هو، اها وري هڪ ڌار جنس آهي. پليجو صاحب وري ڌار جنس آهي، وري آريسر صاحب ڌار جنس آهي.

سنڌ: انهن سڀني ۾ سني جنس ڪهڙي؟

حفيظ قريشي: سوال آهي هيءُ، ۱۹۶۷ع ۾ اسين جيل ۾ هئاسين، تڏهن پليجي مونکي چيو "هي جام ساقي وارا سمورا ماڻهو ڪڍڻا آهن، پاڻ ٻاهر نڪرون تون سائينءَ کي هلي چئه جام ساقي ۽ هن جا واسطيدار ماڻهو، اهي سڀ ڪڍڻا آهن، اهي جيستائين هوندا تيستائين ڪم نه هلندو" مون چيومانس" آئون شاهه کي ڪهڙي ٻه ڳالهه چوڻ جي حيثيت ۾ نه آهيان، عيد مبارڪ تي آئون

هلندو آهيان، تون بہ هلجانءِپوءِ سائين کي چونداسين." اتي جتوئي صاحب بہ آيو هو. پوءِ پليجي سائين کي چيو تہ "جام ساقي کي ڪڏ" سائين چيو "بابا! آئون ڪيان ڪنهن کي بہ ڪونہ." پليجي چيو تہ "اهڙو آ" سائين چيو "ڪهڙو بہ آ، ٻي ڳالهہ ڪر، ڪڏهن واري ڳالهہ مون وٽ آهي ئي ڪونہ." پوءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ پليجي سائين کي ٻڌايو، پر سائين نہ مڃيو.

ان جو پس منظر هي آهي، آئون پليجي کان سينئر آهيان، ان کان وڌيڪ محنت ۽ قرباني وارو ماڻهو آهيان، پر آئون انٽيليجنٽ ماڻهو نہ آهيان، مون کي ١٩۴٨ع ۾ خبر هئي تہ سائين جيڪي پاڻ سان گڏ رفيق رکيو ويٺو آهي، اهي سڀ هن سان منافقت ڪن، مون کي وري اُهي چريو سمجهندا هئا. منهنجو وڏو ڀاءُ مري ويو هو، ننڍي ڀاءُ کان آئون ڏکونجي آيو هئس، بہ مونکي پٽ هئا، وڪالت منهنجي رجسٽرڊ ٿيل هئي، سائين سان منهنجي ملاقات ٿي، اتفاق سان، مون اڳ ۾ (سائين) ڏٺو ئي ڪونہ هو. منهنجي سائين (سان) صفا ڊرامي جهڙي ملاقات ٿي، اهو ڊرامو هي،(هيو) اسان جيڪي خاڪسار هئاسون، غلام مصطفيٰ شاهہ، مير فتح خان جو پيءُ مير علي احمد خان، سو بہ ٿي سو ڄڻا جمع ٿياسين ڪراچي ۾ مير علي احمد خان ڪميونسٽ ٿي آيو هو، افتخار الدين جابنگلا بنگلا ڏسي، اسان سڀني کي چيائين، "خاڪسارتحريڪ ختم ٿي وئي آهي، پاڻ افتخار الدين وٽ ٿا هلون، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، غلام مصطفيٰ شاهہ، شمس الدين شاهہ، احمد خان لانگاهہ، الاهي سينيئر ماڻهو هئا. مير صاحب ميزبان هو. اهو صفايُون ڪري پيو ۽ ماني جو بندوبست پيو ڪري. چو تہ وڏو ماڻهو پيو اچي. هو هن جي لئہ ڏسي آيو هو. ميان افتخار الدين پئسي ڏوڪڙ ۾ وڏو ماڻهو هو. جيئن پيٽي کي چار پنج ڊرائنگ روم هئا، تيئن هن کي پنج ڇهہ ڊرائنگ روم هئا. ماڻهن تي وڏو رعب پوندو هو. مير علي احمد خان بہ درجا سنڌي پڙهيل هو ان تي هن جو رعب پيو. ان (ميان افتخار) ڪجهہ ليٽ ڪئي. آزاد پاڪستان پارٽي پئي ناهيائون. هڪڙو هن خاڪي جويي جهڙو ماڻهو ڪو سنڌي ماسٽر هو، ان چيو "جيسين ميان افتخار الدين اچي، تيسين جي. ايم. سيد جو مون وٽ وعظ آهي، سو آئون پڙهان؟" مون چيو مانس "هائو. پلي پڙهہ" سو ان اٿي پڙهيو. ان جو پڙهيو، جڏهن اڌ تي آيو تہ ان وقت مون کان نڪتو "لبيڪ. ثم لبيڪ" مون اتي تقرير ڪئي تہ "ميان افتخار جو انتظار ڪرڻ وقت جو گهاتو آهي. پاڻ سڀني کي جي. ايم. سيد وٽ وڃڻ گهرجي" . ايتري ۾ ميان افتخار بہ اچي ويو. ميان هي سمجهيو تہ منهنجي تعريف ۾ ڪو ماڻهو تقرير پيو ڪري. ميان پبلڪ جو ماڻهو هو. ميان مون کي چيو تہ "آپ چالو رکين" تقرير تہ منهنجو فن آهي. اڙدو ڄاڻان، فارسي ڄاڻان. مون ميان کي سائينءَ جي سڄي رپورٽ ٻڌائي. انهي زماني ۾ ڪجهہ جي. ايم. سيد بہ ڪميونسٽ هو

۽ ماڻهو بہ اٿين سمجهنداد هئا تہ هي ڪميونسٽ آهي. ان ڪان پوء ميان صاحب مير صاحب کي چيو "مير صاحب! معاف ڪرنا. هم لوگ ليٽ هو گئے هيں. کهانا کائيں. پهر جلسا ڪرتے هيں". مير صاحب کي لاچار اهو هو تہ ميان صاحب منهنجي ماني کائي تہ جيئن منهنجي لئہ ٿي وڃي.

اوهان کي خبر آهي تہ يورپ ۾ "هوسٽيس" ڇاکي چوندا آهن؟ يورپ ۾ ونشيا کي هوسٽيس چوندا آهن. هي پاڻ جيڪو......پيا مرايون، سو پاڻ ان کري پيا مرايون تہ پاڻ مهمان نواز آهيون. يورپ ۾ چڪلي جي رن يا جيڪا اوهان سان بي قاعده نموني سمهي ان کي هوسٽيس چوندا آهن. يعني مهمان نواز، اها يورپ جي بولي آهي، سو مير صاحب چيو تہ ( ميان افتخار الدين) منهنجو بوڙ بوڙ کائي تہ جيئن منهنجي بہ ڪا لئہ ٿئي، سو هو ميان سان مليو ۽ هن ميان سان ڳالهايو، منهنجو ملاقات جو تجربو تمام گهڻو آهي، مون کي اختلاف جو بہ آرٽ آهي، مون ميان صاحب کي چيو "ميان صاحب!مير صاحب، کو اجازت دو، وه هم کو جي. ايم. سيد کي پاس لے چلے" هاڻي جلسو ميان صاحب جو، هاڻ ميان صاحب ڇا چوي، ميان صاحب کي بہ ٿورڙو شڪ هو تہ هي بہ ٿورڙو ڪميونسٽڙو آه، ان زماني ۾ ڪميونسٽ ٿيڻ بہ هڪڙو فيشن هو. اهي ناصر باصر سڀ مون وٽ رهندا هئا، ميان صاحب چيو "آپ جائيں جي. ايم. سيد کي پاس" ٿي سو ماڻهو هئاسون. اهڙي رش هئي جو احمد خان لانگاهہ کان مون لکڻ جي لاءِ پارڪر پين ورتي سا چوري ٿي وئي. الائي ڪير کڻي ويو؟ ايڏي رش هئي. مير صاحب ۽ جي. ايم. سيد پاڻ ۾ ڳالهايو. الائي نهيا نہ نهيا. مير منهنجو چڻ تہ عاشق هو. مون مير صاحب کي چيو "بابا! مون کي هتي ڇڏي وڃ." مون کي چيائين "هينئر تہ هتان هل. پوءِ اڃجانءِ" مون چيو "هاڻي مان حيدر منزل ڇڏيندس ٿي ڪونہ" مونکي ١٩٧۴ع تائين خبر ڪونہ هئي تہ آئون سنڌي آهيان يا ڪا سنڌ بہ ٿيندي آهي يا ان سان ڪي عذاب ٿيا آهن. مون کي خبر ڪانہ هئي،اها ڳالهہ پهريون ڀيرو جي. ايم. سيد ٻڌائي، مون مير صاحب کان ورتي موڪل، آئون جي. ايم. سيد سان گڏجي ويس. جي. ايم. سيد ۾ ٻہ ٽي ڳالهيون هيون. هڪڙو تہ روئيندو هو، اوچنگارون ڏئي روئيندو هو. ماڻهو ڪيرني ڪونہ هو، جناح ڪراچي ڪٿي ڇڏي. ڪراچي ڪٿجي وئي ير ڪوئي ڳوڙهو ڳاڙڻ وارو نہ هو. سائين حيدر منزل جي ڊرائنگ روم ۾ ڪڏهن ڪڏهن تہ اوچنگارون ڏئي روئيندو هو. غلام مصطفيٰ پرڳڙي، شيخ عبدالمجيد، آئون پيا ڪميونسٽ پوهو ۽ سوبو اهي سائين جا ورڪر هئا. اهي اندر هڪڙو ڳالهہ ڪندا هئا ۽ باهر ٻي ڳالهہ ڪندا هئا. منهنجي باري ۾ انهن جو خيال هو تہ هي چريو آهي.

سنڌ: هو توهان کي چريو ڇو سمجهندا هئا؟

حفيظ قريشي: آئون پنهنجي جذبي ۾ تمام ان ريزنبل (Unreasonable) ماڻهو آهيان، ان ۾ مونکي حساب ڪتاب جي خبر نہ پوندي آهي، هاڻي جڏهن سائين وارو واقعو ٿيو تہ مونکي لاڪ ڏٺي ڇڏيائون. سو هو مون کي چريو ماڻهو سمجهندا هئا ۽ سائين بہ هو تہ پاڻ پاڪستان سان ٿا وڙهون تہ ضرور ڪميونسٽ مدد ڪندا. پيو ڪير مدد ڪندو؟ جيئن سيني جا آئيڊياز آهن، تيئن هڪڙا ڪميونسٽ آهن ۽ ٻيا وري منافق آهن، انهن تي آئون سخت ڪاوڙيل آهيان شايد ڪميونزم ۾ انهن جي اجازت آهي ٻاهران سنڌ جي پئي ڳالهہ ٿيندي ۽ اندران پير سا نڪرندا.

ٻي ڳالهہ ٻڌو. هاڻي جي. ايم. سيد ٻارنهن مهينن ۾ اولياءُ ٿي ويندو. بس ٻہ جي. ايم. سيد اولياءُ ٿي ويو تہ پوءِ پنهنجي ڪهڙي ڪم جو؟ جيڪڏهن جي. ايم. سيد صوفي ٿي ويو. لطيف سمجهاڻ وارو ٿي ويو. هو تہ پڙهيل بہ ڪونہ هو.اڻ پڙهيل ماڻهو هو. خدا سن جي هڪ سيد تي ڪم رکي موڪليو، خدا موڪليندو آهي. خدا جڏهن قومون ماريندو آهي، تڏهن ماڻهو موڪليندو آهي. خدا ڪيئي قومون ماري ڇڏيون . تباهہ ڪري ڇڏيون پنهنجي وطن مان ڪڍي انهن کي گهرن مان ڪڍي، انهن جي ٻولين کي ماري ڇڏيائين، ٻہ پيغمبر سيني کي موڪليندو آهي. ۽ اسان جي اسلام جو جيڪو پيغمبر آهي، ان سان بہ اهڙو ڳالهايو اٿس، جنهن منجهان سمجهجي پيو تہ ڪيس چئي پيو مات ڪري ويهي رهہ عرب ڳالهہ نہ ٿا مڃين تہ ڇڏين پيغمبر چئي پيو تہ آئون ڪونہ ڇڏيندس. آئون جي. ايم. سيد کي چوندو هوس تہ "تون آيو آهين چئين ڳالهين جي لاءِ سي تو ڪيون آهن، دوزخ ۾ ڪونہ وينديون ٻہ بهشت ۾ بہ ڪونہ وينديون" چوندو هو "چو؟" مان چوندو هيومانس "طريقو صحيح ڪونہ هلايئہ " اهي چار ڳالهيون ڪهڙيون؟ "سنڌي قوم آهن، سنڌ وطن آهي، آزاد ٿيڻ گهرجي، آزاد ٿيندو، "سنڌي آزاد ٿيندا يا نہ ٿيندا، اها ٻي ڳالهہ آهي، هاڻي جيڪڏهن جي. ايم. سيد جا وارث هن جي قبر تي پڙ وجهي، چون پيا تہ " پوءِ جي. ايم. سيد هو ...... ٻہ پوءِ پنهنجي ڪهڙي ڪم جو ٿيو؟ ان جو مثال ائين آهي تہ منهنجو ڊاڪٽر آهي، مونکي دوا لکي ٿو ڏني پوءِ ڪجي آهي، مسلمان آهي، هندو آهي ڪير بہ آهي اسان جو ان جي ان ڪم سان واسطو آهي.

ولي خان مون وٽ آيو هو. مون پئسا ڏوڪڙ ڏنا ، مون چيو "جيئي سنڌ" جو نعرو هڻجو ٻہ انهن نعرو نہ هنيو، پڇو مان "چو" چيائون تہ "اسان کان وسري ويو" پوءِ وري نوابشاهہ ۾ مون کي ٻانهہ کان ونئي هڪڙي هنڌ نوٽ بڪ جي ڦاٽل پني تي "جيئي سنڌ" لکي مون کي ڏيکاري چيائون تہ "قريشي صاحب! ڏسو اسان "جيئي سنڌ" جو نعرو لکيو آهي "ٻہ ان سان ڇا ٿيندو، توهان اها ڳالهہ ٻڌو تہ مون کي منهنجي زال مٿي ۾ تيل وجهندي آهي ٻہ مونکي

مرض ته دل جو آهي اهو تيل مونکي ڇاڪندو؟ اسان جو فائدو انهن چئن ڳالهين ۾ آهي. اهي چار ڳالهيون جيڪي سائين ٻڌايون. سائين چيو ته "بابا! اسان کي پاڪستان جي سياست ڪرڻي ئي ناهي."

جي ايم سيد جي جلسي ۾ اها ڳالهه ڪرڻ ته خطابي افغانستان ۾ ويٺي وڃيا آهن، ان جو تعلق ڪهڙو؟ افغانستان ۾ خطابي نجيب الله کي ماريو، اسان جو ان ۾ وڃي ڇا؟ مون خطابين کي خط لکيو. مون انهن کي لکيو "توهين دين اسلام جا وڏا رکوال آهيو، تمام نيڪ ماڻهو آهيو. توهان هڪ حرامي ماڻهو کي ڦاسي ڏني آهي، اوهان کي شاباس هجي، پر دين اسلام چوي ٿو ته پرايا ٽيڙ نه کائو، اوهان پناڻن کي ته روڪيو ته اسان جا ٽيڙ نه کائين "مون هڪڙي پيري جي. ايم. سيد کي ڪن ۾ ٻڌايو ته "عبدالغفار مرشد تنهنجو هوندو. مون وٽ عبدالغفار جهڙو ايشيا ۾ حرامي نه آهي."

سنڌ: واقعي!؟

حفيظ قريشي: لااله الاالله محمد رسول الله ... مون ڪان سائين پڇيو ته "چو؟" مون چيو ته پناڻ ٽيڙ پرايا پيا کائين، هنيئر پاڪستان ۾ اڍائي ڏريو پيون ٽيڙ کائين، انهن جو پاڻ ۾ ٺاهه آهي. پناڻن جو، پنجابين جو ۽ مهاجرن جو، اهي ٽيون اڍائي ڏريون.

آئون جيل ۾ هئس ڪشمور ۾ پناڻن جو ليڊر مولانا فضل الرحمان آيو. ان تقرير ڪندي چيو ته "هم لوگ سنڌيون ڪي حقوق ڪا نقصان نهين هوني دينگي" مون هن کي خط لکيو. مون لکيومانس ته "آئون تازو جيل ۾ آيو آهيان، مون تنهنجو اهو بيان پڙهيو آهي، توکي اهو اختيار ڪنهن ڏنو آهي ته اسان جي حقن جي حفاظت ڪرين! پر پهريون اهو ٻڌاءِ ته اسان جا حق آهن ڪهڙا؟" پهرين ته اهو طئه ٿيڻ گهرجي ته اسان جا هن پاڪستان سگوري ۾ حق آهن ڪهڙا؟

جڏهن آئون ١٩٧٣ع ۾ جيل مان نڪتس ته منهنجو پياءُ بيمار هو. مونکي خبر هئي ته مري پيو. اسان گڏجي سمهندا هئاسون منهنجي پياءُ چيو ته "سائين جي تقرير آهي تنهنجا ٻچا رليا پيا آهن، يارنهن مهينا جيل ڪائي آيو آهين تون سائين جي تقرير ۾ نه وڃ، پوءِ وري مونکي موٽر ڏنائين ۽ چيائين ته "تون ٿي اچ پر تقرير نه ڪجاءِ "سائين اتي تقرير ڪئي، سائين تقرير ڪئي منهنجا وار ڪاندارجي ويا، ان ڪان پوءِ سائين پياءُ جي فاتح لاءِ چوٿين ڏينهن تي آيو، مون چيومانس ته اسان جون جايون پڳيون پيون آهن، تنهنجي لاءِ هڪڙو ٿڌو ڪمرو ٺهرايو آهي. ان ۾ هلي ويهه." سائين چيو ته شادي ۾ اٺين ڪبو آهي، موت ۾ اتي ويهبو آهي، جتي ماتت ويهن، تنهن ڪري ويهبو هتي" مون چيو ته "سائين! هڪ بي بي ڦاندگي آهي، پاڻوءِ جي پٿر تي سياسي ڳالهه نه ڪرڻ گهرجي پر تو

اها ڪهڙي تقرير ڪئي؟" سائين چيو ته "مون ڪي تقرير اچي ئي ڪونه. انون لکي ڳالهائيندو آهيان." مون چيو" هن پيري تو چيپيل پڙهيو هو. پر ڳالهه تو سمجهي وڙهنديءَ" مون کي چيائين ته "مون سان اڳي به وڙهيا آهن. " مان تورو ويجهو ٿي ڪن ۾ چيومانس "ڦاسي ڏئي ڇڏيندءِ" مون کي چيائين" جيڪڏهن ڦاسي ملي ته عيدون ٿي وڃن." مون چيومانس ته "آئون تو سان ڦاسي تائين نه آهيان" مونکي چيائين ته " توکي اها خبر نه آهي ته ڏکيو پاڻ جيل آهي" چيومانس جيل ۾ ته ٻه لڳا پيا آهن" چيائين ته" اهي اوهان لاءِ هوندا. مونکي گوري به ڪونه ڏين. ٻاهران ڪو ماٺهو دوا جي گوري ڪٽي اچي ته مونکي ڪونه ڏين ۽ چون ته سائين ا ٰن جو بزرگ آهي. اسان عـ ـج ڪريونس پيا. مسقتي ڪيٰ به ميل پري ويهاري ڇڏين. آئون رئيس آهيان. چئن صدين جو رئيس. مون کي پاڻي به ڪو پيو پياري. هاڻي ميل پنڌ تي نوڪر ڪي سڏي پاڻي لاءِ چوان! سو آئون پاڻي ئي ڪونه پيا. ڦاهي ۾ سيڪند لڳي." پوءِ مونکي چيائين" مون ڪان ٿيو ڪجهه ڪونه. هاڻي سچ به نه ڳالهايان ڇا؟ " ان ڪان پوءِ سائين سنڌو ديش جي ڳالهه ڪئي.

سائين ڳالهه زبردست آهي پر هاڻي ڇا پيو ٿئي جو سائين جي ڳالهه ڪي مکس ڪري. منجهائين پيا. هاڻي چون پيا ته اسان جا حق آهن. اسان کي پاڻي گهٽ نه ڏيو اسان کي وڌ پاڻي ڏيو. وسيلا......." سائين سنڌوديش جي ڳالهه ڪئي. ان وقت. هاڻي ته الله جا لک احسان آهن. هاڻي ته ٻوَ لڳا پيا آهن.

# سيد جي ڪهاڻي، پنهنجي ڪهاڻي

شائين جي.ايم.سيد جي وفات کان پوءِ جي.ايم.سيد فائونڊيشن طرفان هڪ اسڪيم ناهي وئي هئي، جنهن هيٺ سنڌ ڀر مان لاڳاپيل مختلف ماڻهن کان سيد صاحب جي زندگي ۽ فڪر بابت سندن خيال رڪارڊ ڪيا ويا. ان سلسلي ۾ محترم حفيظ قريشي جو پڻ تفصيلي انٽرويو ورتو ويو. قريشي صاحب جو هي، مختلف وقتن تي، مختلف ماحول ۽ مختلف ڪيفيتن ۾ محترم آصف بالاديءَ ٻارن ڪيو ويو هو، جنهن ڪري وڊيو واري صورت ۾ آهي. هتي وڊيو واري ان عڪسي انداز کي ته حيثيت جو تيئن ظاهر ڪرڻ کان ته اسين قاصر آهيون. البت اسان ان انٽرويو جو اتارو ڪري هن ڪتاب ۾ شامل ڪرڻ وقت مواد جي ڪوشش ڪري اهڙي ترتيب رکي وئي آهي جيئن پڙهندڙن کي مواد جي اصليت ۽ ماحول جي منظرنگاري ٿيندي محسوس ٿي سگهي. مواد کي بهتر ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪئي وئي آهي ان ڪري جيڪڏهن ڪا ڪمي يا ڪوتاهي نظر اچي ته اها قريشي صاحب جي نه پر منهنجي طرفان سمجهڻ گهرجي.

آزاد قاضي

{منظر: حفيظ قريشي صاحب جي حيدرآباد واري جاءِ جو هڪ ڪمرو قريشي صاحب جي سامهون آصف بالادي ويٺو آهي ميان آصف بالادي اجان انٽرويو جي شروعات ڪندي پهريون سوال پڇيو پئي، ته قريشي صاحب ڳالهائڻ شروع ڪري ٿو.}

حفيظ قريشي: خبرون خير، جي.ايم.سيد جي پاڪستان کان اڳ واري سياست سان، منهنجو ڪو به واسطو ڪونه هو، Totally ڪو به واسطو ڪو نه هو. البته ١٩٣٧ع ۾ آءٌ خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿيو هوس ۽ اسان هڪڙي تندي باڳي ۾ اُڏيڙي ڪئمپ ڪئي هئي انهيءَ ۾ ٻڌائون ته "جي.ايم.سيد آيو آهي." پر مون ڏٺو ڪو نه هو. پوءِ مون جي.ايم.سيد جي هڪڙي تصوير خاڪسار جي يونيفارم ۾ ڏٺي هئي. آءٌ مسلم ليگ واري سياست ۾ به ڪو نه هوس قطعي، اسان علامه مشرقيءَ سان گڏ هئاسين خاڪسار (تحريڪ) ۾. علامه مشرقيءَ ١٩٣٧ع ۾ ئي لکيو هو، ته "جيڪڏهن مون ڏٺو ته خاڪسار تحريڪ ڪامياب نه ٿي ٿئي ته آءٌ (ان کي) Dispend ڪري ڇڏيندس. علامه مشرقيءَ لکيو هو تہ "اهڙي ڪنهن به ديوار جي رکڻ جو ڪو به فيض ڪونهي جيڪا وزن نه سهي." جنهن تان علامه صاحب جو هڪڙو پيروڪار، جنهن جو نالو زيغم

منصور هو، لکنؤ جو گريجوئيٽ هو، تنهن علامہ صاحب کي هڪ وڏو تعني جو خط لکيو تہ، " تون پوڙهو ٿي چُڪو آهين ۽ تون خاڪسار تحريڪ جي چارج کنهن محمد بن قاسم جي حوالي ڪر." پوءِ علامہ مشرقي صاحب چيو تہ "مون کي ڪو اعتراض ڪونهي (پلي ڪو) محمد بن قاسم اچي مون کان چارج وٺي، پر مون تہ اها ڳالهہ چٽي چڙي آ. تہ خاڪسار تحريڪ کي آءُ Dispend ڪري ڇڏيندس." ۽ علامہ مشرقيءَ ١٩٤٧ع ۾ خاڪسار تحريڪ جي Dispending (منتشر) جو آرڊر ڪري ڇڏيو. پوءِ پاڪستان ٺي ويو. پوءِ هتي ان زماني ۾ خاڪسار تحريڪ ۾ مير حاجي علي احمد خان مرحوم. اهو آسوده حال ماڻهو بہ هو ۽ خاڪسار تحريڪ ۾ معروف ماڻهو بہ هو. اهو پنهنجي مٿي (يعني پنهنجي طور تي) ميان افتخار الدين سان مليو لاهور ۾. ميان افتخار الدين Leftest (کابو) قسم جو ليڊر هو. (لاهور ۾) ميان صاحب کان هو متاثر ٿيو. ميان صاحب وڏو نواب ماڻهو هو، محلاتن ۾ رهندو هو. انهيءَ کان متاثر ٿيو. پوءِ انهيءَ (مير علي احمد) خاڪسار گهرايا، سمجهو ڪٿي مبالغو ناهي، ٿي سوَ کن خاڪسار ڪراچيءَ ۾ جمع ٿيا، جنهن ۾ شايد ڊاڪٽر نبي بخش شايد، احمد خان لانگاهہ، قاضي فيض محمد، شمس الدين شاهہ سکر وارو، جيڪو پوءِ پيپلز پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيو. شايد غلام مصطفيٰ شاهہ بہ. اهي سڀ اتي ڊرائينگ روم ۾ اسين ويٺا سين. مير صاحب پئي چند ٽوڪ ڪئي. (اتي) هڪڙي ماڻهوءَ اٿي چيو تہ "سائين جي.ايم.سيد جو واعظ آهي مون وٽ لکيل، اهو آءُ پڙهان." تہ مون چيو تہ پلي، انهيءَ جو اهو پڙهيو (سو) منهنجي دل ۾ لڳي ويو. ان جي تقرير ۾ ٿي مون اٿي چيو تہ "لبيڪ، لبيڪ، ثم لبيڪ..... "انهيءَ جي تقرير کان پوءِ مون اٿي تقرير ڪئي. ۽ مون چيو تہ "ميان افتخار الدين جو انتظار ڪرڻ نہ کپي، (اسان کي)، هيڏانهن (جي.ايم.سيد ڏانهن) وڃڻ کپي. جي.ايم.سيد وٽ." اينٽري ۾ هڪ کن ٿي ويو. ميان صاحب اچي ويو. انهيءَ سان گڏ سر سڪندر حيات جو پٽ، (سردار شوڪت حيات) اهي ٻئي اچي ويا. مون پئي تقرير ڪئي تہ هن (ميان صاحب) چيو تہ ."آپ چالو رکهين" هن پايون تہ اسان جي تعريف ٿيندي هوندي. ..مون وري بي ڳالهہ ڪئي. پوءِ مون تقرير (پوري) ڪئي تڏهن پوءِ چيائون "مير صاحب ليٽ هو گئي هے، کهانا کائين، پهر جلسہ چلاتے هين". ڪاڏي ٿي مون ميان صاحب سان وڃي هٿ ملايو (ان کي) مون چيو "سائين مير صاحب کي چئو تہ اسان کي جي.ايم.سيد وٽ وٺي هلي." آءُ سمجهان ٿو تہ انهيءَ زماني ۾ ميان صاحب کي بہ امپريشن هو تہ شايد جي.ايم.سيد بہ ڪميونسٽ آ. چو تہ ڪميونسٽن جا بہ الاهي وڙ هئا، هڪڙا پڏرا هئا، هڪڙا ڳجها هئا. بيا متاثر هئا.

آصف: ڪميونسٽن جو ڪٽيگريز هُيون؟

حفيظ قريشي: ڪنٽيگريز نه هيون، Shapes هئا. ته هي جو، پاڪستان ڪانپوءِ جي.ايم.سيد پاڪستان جي خلاف ٿيو، ته هن پانيون ته هي پوري طرح سان مسلمان ڪونهي. هي به ڪو ڪميونسٽ آ ۽ ڪجهه Leftest لغار هن ڪي به لڳل آ. (سو) هن (ميان افتخار) به چيو ته نيڪ آ، چيئين. "صاحب آپ جائين جي.ايم.سيد ڪي پاس جائين" (اسين جي.ايم.سيد وٽ وياسين) جي.ايم.سيد وينو هو. جي.ايم.سيد وٽ بيا به ماڻهو ويٺا هئا. شيخ عبدالمجيد (سنڌي) ۽ غلام مصطفيٰ پرڳڙي (اتي) مير صاحب، جي.ايم.سيد سان ڳالهايو، پر پانجي ٿو ته نهيا ڪو نه. پوءِ وري انهن هڪڙي Adapatation ڪئي ته وري ڳالهائيندا سون. مير صاحب منهنجو يار هو، دوست هو، چيئين هلئون ٿا، مون چيو ته "سائين هاڻ آءُ هتي آهيان" مون کي چيائين ته "هينئر ته هَلُ" مون چيو ته "هينئر به نه هلندس." پوءِ آءُ رهيس حيدر منزل تي. انهيءَ کان پوءِ ڪٿي آءُ نعپ ۾ به شريڪ ٿيس يا ڇا، پر اهو Influence سڄو جي.ايم.سيد جو هيو.

آصف: ان ملاقات جو سال ياد اٿوَ؟

حفيظ قريشي: ١٩٤٨ع. پلا جي نه ته ١٩٤٩ع جي شروعات. منهنجو پاءُ مري ويو هو. (ان کان اڳ) آءُ ويو هوس پاءُ کان ڏڪونجي. فليٽ مون کي هڪڙو فرسٽ ڪلاس هيو، جنهن ۾ آءُ رهندو هوس. زال به هئي، ماءُ به هئي، به ٻار به هئا. ٿوري گهڻي وڪالت به هئي. پيو هتان، گهر جي زمينداريءَ منجهان (ڪجهه ڪو نه هو) نه ڪو اسان ڪو گهربو نه اسان کي پاتوءِ ڏنو.

آصف: پوءِ اها شروعات ٿي سائينءَ سان ١٩٤٨ع ۾؟

حفيظ قريشي: ها.

آصف: ته هاڻ اهو سلسلو هلي اڳتي ته ان ۾ هڪڙو سوال هيو ته سائينءَ جا جيڪي Companion رهيا، ڪي دوست ۽ ڪي پونلڳ رهيا، مائٽ مٽ، اولاد، انهن سيني کي توهان ڪيئن آبزرو ڪيو. ان صورتحال کي؟

حفيظ قريشي: شاهه صاحب جو سڄو جيڪو ڪم هو، اهو مون هيئن محسوس ڪيو ته اهو Disciplined نه هو يعني ڳالهه ساڳي، Performs پٺي متيانون. ڪنهن طرح جو ڪو ڊسيپلين ته هيءَ پارٽي ناهي ۽ پوءِ اها ٿي پيئي هلاتبي. ائين ڪو نه هو. هڪڙي اها ڳالهه مون مارڪ ڪئي. بي اها (ڳالهه مارڪ) ڪئي ته جيڪي پنج چار، ڇهه انهيءَ زماني ۾ ڪي ڪميونسٽ قسم جا ڇوڪرڙا، ڇوڪرڙا هئا يا اهڙا بيا، اهي آءُ ڏسندو هوس ته شاهه صاحب سان ته هئا، پر هو پنهنجو به هڪڙو سيل الڳ، رکندا هئا. اهو آءُ آبزرو ڪندو هوس. شاهه ڪندو هو يا نه ڪندو هو، پانيان ٿو ته ڪو نه ڪندو هو. آءُ آبزرو ڪندو هوس. شاهه ڪندو هو يا نه ڪندو هو؟ يا شاهه به جنرلي ڪميونزم کان متاثر

هوندو، اها بہ مون کي خبر ڪا نہ هئي، آءٌ چئني نٿو سگهان، پر آءٌ متاثر ٿيو ہ هوس.

آصف: شروع کان ئي؟

حفيظ قريشي: نہ.

آصف: هاڻي اڳيان زمانو آيو وري ون يونٽ وارو تہ.......... ؟

حفيظ قريشي: نہ پوءِ وري ڪراچي ڪٽجي ويئي.

آصف: ها، ڪراچي ڪٽجي ويئي، اهو تفصيل ٻڌايو.

حفيظ قريشي: ڪراچي جڏهن ڪٽجي ويئي. هاڻ هڪڙ Observation(ٻڌو) منهنجو هڪڙو پروفيسر هو، هاشمي، اسين اجان تازا ڪاليج مان نڪتا هئاسين. پروفيسر سان واسطو هو، مهاجر هو، انهيءَ کي اسان جي خبر ڪا نہ هئي، سنڌي ماڻهن جي (هو) مونکي چوندو هو تہ "قريشي صاحب، جناح صاحب نے يہ ڪام غلط ڪيا هے، سنڌھ مين خونريزي هوگي". مون کي خبر هئي تہ ڪا نہ ٿيندي، آءٌ هن کي رد ڪو نہ ڪندو هوس پلي ڊپ ۾ رهي. مون کي پنهنجي حال جي خبر هئي. انهيءَ زماني ۾، هينئر ضرور تجربو وڌيڪ آ، انهيءَ زماني ۾ گهٽ هو. پر تہ بہ... آءٌ يتيم آهيان نہ. تہ يتيم کي هر ڳالهہ ۾ فائدو ۽ نقصان آ. يتيم کي اهڙ نقصان آ. تہ ڪو ڪونهيس، پر فائدو اهو آهيس تہ هن کي پنهنجي پيرن تي ٿو سهٽو پوي. جنهن کي پيءُ آهي (انهيءَ کي کهڙي پرواهہ) هاڻي هي منهنجا پٽ آهن. هنن کي ڪو پتو بہ ڪونهي. اسان جي زميداري کهڙي آ، ڪيتري آ. نقصان ڪٿان ٿو ٿئي، فائدو ڪيئن ٿيندو. آءٌ (جو) وينو آهيان نہ! هاڻي هي هتي هڪڙو باٿ روم آ. هتي هي هڪڙو پائيپ آ، اهو مون نهرايو آ. پائيپ اندر، پوءِ وري مٿان فرش هو. اندران پائيپ هو. اسين وري منهنجي پٽ جي مرڻ کان پوءِ هي جايون ڇڏي وري هُن بنگلي ۾ وياسين. پنيان (هتي) اندران جيڪو پائيپ هو اهو ڀڄي پيو، تہ فرش بہ ڀڄي پيو. تہ هنن کي رڳو اها بہ خبر نہ پوي تہ هي ڀڳو ڇو آ. هي ٿيو ڇاهي؟ نهرايون ڇو؟ بابا وينو آ نہ.پر جت بابا ناهي، Self service جنهن ماڻهوءَ جي آ. جيئن نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم. اهي بہ يتيم هئا. پيءُ هيو ئي ڪو نہ. ماءُ بہ ڪا نہ هئي. يتيم جي عربيءَ ۾ معنيٰ آهي ڪٽجي ويل. يُتُم، فعل آهي يُتُم، اهو هيئن ڪٽبو نہ. ڪاراهي جيڪا آهي اها يُتُم ڪندي آهي. هن (ڪاٺ) کي ڪٽيندي آهي. يتيم اهو آهي، جنهن جا وسيلا ڪٽجي وڃن، انهيءَ کي يتيم چئبو آهي. عربيءَ جي لفظن ۾ وڌيون معنائون آهن. جيئن مشاقين، مشاقين معنيٰ.

آصف: عام معنيٰ ۾ مسڪين؟

حفيظ قريشي: معنيٰ؟ ·

آصف: ها، معنيٰ.

حفيظ قريشي: جيڪو Move نہ ڪري سگهندو؟ ساڪن هجي.

آصف: ها ساڪن، اهو ٿيو مسڪين.

حفيظ قريشي: آءٌ مسڪين آهيان، جيئن آءٌ ڪڏهن ڪڏهن چوندو آهيان آءٌ مسڪين آهيان. هتي پيو آهيان، بُک لڳي اٿم، هاڻ ڪير ماني آڻي ڏئي. آءٌ مسڪين ٿيس نہ، نوڪر ڪپي نہ، جيڪو ماني آڻي ڪارائي هاڻ وري آءٌ اٿان، وري گهران وڃي ماني کڻي اچان تہ مسڪين ٿيس نہ.

آصف: هاڻ، ڪراچيءَ واري ڪامريڊ جي ڳالهہ پئي ڪيوَ؟

حفيظ قريشي: مون کي خبر ناهي تہ شاهہ صاحب بہ شايد ڪميونسٽ هجي، شاهہ صاحب پاڻ هڪڙي پيري مون کي چيو تہ ڪنهن زماني ۾ رشيا (USSR) مان پيسا ايندا هئا تہ آءٌ ورهائي ڏيندو هوس.....هي جيڪي ڪامريڊ هن ( سي بہ عجيب آهن) مونکي جڏهين زمينداري ملي تڏهن پٽر آيو مون سان ملڻ حيدرآباد ۾. آءٌ هوس ڪو نہ، سو لکي ويو، "هاڻ اوهان کي زمينداري ملي وئي آ، سو (تڏهن) اوهان غريبن سان نہ ٺا ملو." پر ائين ڪو نہ هو، اها ڳالهہ ڪا نہ هئي.

آصف: سو ڪراچي ڪري ڇڏيائون الڳ؟

حفيظ قريشي: ڪراچي الڳ ڪري، جي.ايم.سيد کي جيل ۾ وجهي ڇڏيائون.

آصف: ڪراچي مرڪز جي حوالي ڪري ڇڏيائون، سائينءَ کي جيل ۾ وڌائون، تہ پوءِ ان وقت ڇا صورتحال هئي، ان دور جو ڪو واقعو؟

حفيظ قريشي: ان وقت هڪڙو مڪراني هيو مري ويو پانيان ٿو، انهيءَ هڪڙو ناهيو هو Local Pupil organization (L.P.O)، پوءِ LPO جي معرفت اسين يوم ڪراچي پيا ملهائيندا هئاسين، جلسا ڪندا هئاسين. انهيءَ ۾ هڪڙو تہ هوندو هو، جنهن جو نالو هو ڊاڪٽر زواري، ۽ ٻيو ماڻهو جيڪو هو ، بلوچ، سو اسين چندا بندا ڪريو، رام باغ ۾ جلسا ڪندا هئاسين. ليمارڪيٽ ۾ جلسا ڪندا هئاسين، راڻي باغ ۾ جلسا ڪندا هئاسين، ميوا شاهہ ۾ جلسا ڪندا هئاسين. سائين تہ جيل ۾ ويو هليو، ائين سمجهو تہ پاڪستان (ٺيڻ) کان پوءِ سائين جهڙوڪر، ٻاهر رهيو ئي ڪو نہ، رڳو جيل ۾، يا نظربند يا جيل، يا نظربند يا جيل!!

آصف: ان کان پوءِ جيڪو زمانو ٿيو ون يونٽ وارو، ان جي ڪهاڻي -؟

حفيظ قريشي: جڏهين ون يونٽ ٿيو پئي تڏهن سائين جي.ايم.سيد نظربند هو پوءِ شيخ عبدالمجيد (سنڌي)، آئون ۽ ڪجهہ ٻين ورڪرن کي چيائين تہ اوهين وڃون بنگال جي سياستدانن سان (ڳالهايو) اهي بلوچ ميس ۾ رهندا

ھئا. ھڪڙا ھيٺ، بيا مٿي، ھيٺ فضل الحق وارا رھندا ھئا ۽ مٿي سھرورديءَ وارا رھندا ھئا. اتي ڪراچيءَ ۾، پوءِ اسين (اتي)وياسين. پوءِ شيخ صاحب چيو تہ توھان وڃي سھرورديءَ وارن سان ملو. ۽ آئون ٿو فضل الحق وارن سان ملان. فضل الحق وارن تہ ھن کي چيو تہ "اوھان حيدر منزل تي ڪا ميٽنگ ڪريو، اسان کي دعوت ڏيو تہ اتي مشورو ڪريون." مون سان اتي ملاقات ٿي مجيب الرحمان جي ان بلوچ ميس ۾، اھا اتي صدر ۾ آھي، مون کي ياد آھي، شيخ (مجيب الرحمان) صاحب مون کي چيو تہ "سوال ئي ڪونھي (جو) اسين ون يونٽ جي حمايت ڪريون. اوھان آيا آھيو، ڀلي آيا آھيو پر اسان اڳ ئي فيصلو ڪيو آ تہ اسين مخالفت ڪنداسين." ھاڻ اھي ٻئي ڌريون پاڻ ۾ وڙھيل ھيون. شيخ مجيب وارا ۽ فضل الحق وارا. انھيءَ ڏينھن ڪان پوءِ فضل الحق وارا پنجابين سان ٿي ويا. جڏھن سائينءَ جي دعوت تي آيا تہ (پنجابين) سان ٿي آيا ھا. اتي شيخ صاحب تقرير ڪئي، شيخ صاحب زبردست تقرير ڪئي، ايمان افروز، آءُ تہ شيخ صاحب جي تقرير ٻڌي اوچنگارن ۾ اچي پيس. فضل الحق اڌ ڪلاڪ تہ پنھنجي تقرير ۾ قرآن شريف پڙھيو. حرامي، مڙيئي اسان..... پوءِ چيائين تہ "اسين ھينئر ٿي آيا آھيون، اسان کي افسوس آھي جو سياست اسان کي (پاڻ ۾) ڦاھيو آ. ھن پارليامينٽ ۾ ون يونٽ ٿي ويندو، پوءِ ٻيءَ پارليامينٽ ۾ ڊاھي ڇڏينداسين." اھا ھن تقرير ڪئي. اسان کي وري سائينءَ چيو ھيو تہ ٻيا جيڪي بنگالي آيا آھن تن سان ويھو چاءِ تي، اتي جيڪي ٻيا ماڻھو آيا ھئا، انھن سان وري آءُ ويٺس. اھي ماڻھو اردو گھٽ ڄاڻندا ھئا، پر انھن جھڙوڪر گاريون ڏنيون. مون کي چيائون تہ "اوھان کي شرم نہ ٿو اچي جو اوھان پنھنجي آزاديءَ جي خيرات اسان کان ٿا وٺو." انھن اصلي ائين چيو. ھن سمجھيو تہ اسان اٽڪل پيا ڪريون. ھن کي اردو ڳالھائڻ ڪا نہ ايندي ھئي. اردوءِ ڳالھائڻ تہ سنڌي ماڻھن کي بہ ڪو نہ اچي. ھينئر جيڪو اردوءِ وارن ڪيس ٺاھيو آ، ان ۾ سنڌي ماڻھن جو ڪو ڪيس اخبارن ۾ اچي ٿو. آريسر آ، پليجو صاحب آ، اعجاز منگي آ، اردوءِ وارن جي خلاف اسان جو جيڪو ڪيس آھي، اھو ڪنھن اخبارن ۾ ڇپجي ٿو -؟ ڏسو ڪٿي آھي؟ ۽ اردوءِ وارن جو جيڪو ڪيس اچي پيو، جيڪو الطاف پيو بيان ڇاپي، اھڙو اوھان مان ھڪڙو ماڻھو آھي؟ پليجو صاحب. اھڙو بيان لکندو سوال ئي ڪونھي. ٻوليون آھن بہ. ھڪڙي اردو، ٻي آ انگريزي. سنڌي ۽ پنجابي بہ ڪي ٻوليون آھن ڇا؟ ٻوليون ئي ڪونھن. تڏھن تہ اسان جو ڪيس پيش ڪون ٿيو آ. آئون، سنڌين جو ڪيس انگريزيءَ ۾ لکي سگھان ٿو. سنڌيءَ ۾ لکڻ ئي ڪو نہ ايندو. چو تہ Develop ٻوليون ڪونھن. اھو اڄايو آ (اخبار ۾ نہ وجھجانءِ) سنڌي ٻولي پنج ھزار سال پراڻي (آ) ڇا جي پراڻي ڪجھہ بہ ڪونھي. لطيف ڪٿي شعر چيو اھو ٺيڪ آ. آءُ توھان کي ھڪڙي ڳالھہ ٻڌايان،

ـــرون خير، مير رسول بخش خان ڪراچيءَ جو هڪڙو ماڻهو مون ڏي ڏيري مرحلبو خط ڏني. مهاجر هو، آئون ڪورٽ مان پئي آيس. مون هن کي چيو نہ ۽ هتي پٽيوالي سان گڏجي ڊاڪٽر تي هلي ويهہ، سياري جي موسم هئي. حنيف نالو هوس. حوالدار حنيف، وڃي ويٺو. (مون ڪان) ڳالهہ ئي وسري وئي. رات جو ٻارهين بجي مون کي يادگيري آئي. آءٌ موٽر ۾ چڙهي ويس ڏسان تہ هيٺئن ڪيو ويٺو آ. اي مون چيو "حوالدار ويٺو آهين". چيائين "سائين هم ملٽري ڪا آدمي هين، آپ نے ڪها بيٺهہ جائو تو هم بيٺهہ گئے هين،" مون چيومانس بابا، اڄ ڪان وٺي توڪان في مغاف آ. پوءِ ان جو جيڪو ڪم هو، اهو مون ان کي ڪري ڏنو. انهيءَ ڪانپوءِ هو منهنجو يار ٿي ويو. پوءِ جڏهن آءٌ ١٩٧٣ع ۾ هتي (حيدرآباد) ۾ آيس تہ هن مونسان ياراڻي رکي، ٿندي حيدر جو هو، هتي بہ آيو هو، پائوءَ جي فاتح بہ ڪيائين. هڪ ڏينهن آيو مون کي چيائين "قريشي صاحب منهنجو ڪيس آ." هن کي خبر هئي تہ پيسا ڪو نہ وٺندو. سو مون کي چيائين تہ" ڪيس ڪٿي آيو آهيان پر تون ويٺو آهين هتي،" مون چيو "ڪنداسين پر پيروي ڪير ڪندو،" هن چيو "پيروي منهنجو پٽ ڪندو. انهيءَ کي هندا (موٽرسائيڪل) بہ آهي ۽ ڦٽين جو واپار تو ڪري. اهو ڇوڪرو پڙهيل پڙهيل بہ آهي. اهو ڪندو." انهيءَ زماني ۾، هيئنئر بہ مون کي خبر آ، مون کي ان اشوءَ جي جيڪا خبر آهي سا ٻئي ڪنهن کي ڪانهي. مون هن کي چيو تہ "پيٽا توهان جيڪي آهيو، اوهان تہ اردو ناهيو، اها ٧٣ - ١٩٧٤ع جي ڳالهہ آ. توهان تہ "ڻ" جي برادريءَ ۾ اسان سان شريڪ آهيو. اهي جيڪي راجپوتانا جا ماڻهو آيا هن، قائمخاني، رانگڙ ۽ خانزاده اهي "ڻ" -"ڻ" ڪندا هن. ڪوڻ "ڪوڻ هے" تہ "ڻ" پوري دنيا ۾ سواءِ سنڌيءَ جي ٻيو ڪير بہ ڪو نہ ڳالهائيندو. دنيا جي ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ "ڻ" ڪونهي. اڇا پوءِ مون هن کي چيو تہ اوهان جي "ڻ" جيڪا آهي راجستاني. تہ چيائين تہ "ها صاحب هماري راجستاني بولي هے".

مون وري هن کي ٿورو، جنهن کي چئبو آهي تعليف قلب، مون چيو "آپ اپنا ڪوئي شعر بتائو". سو شعر چيائين - ٻڌو:

ڦوهر ڪي گهر لگي ڪواڙي،
ساري ڪٽي چلي ربواڙي،
اڪ سپاٽي ڪٽي مانگا ڪوڻ،
ڦوهر ڪي گهر لگي ڪواڙي،
پهر بند ڪري گا ڪون.
معنيٰ سمجهو.
آصف: ٻڌايو.

حفيظ قريشي: ڦوهر سمجهو ٿا. زال هڪڙي هوندي آ سگهڙ، ٻي ٿيندي

آ ڦوهر. سگهڙ زال ٻار نپائيندي، گهر سنڀاليندي، ٻورچي خانو سنڀاليندي. ٽپڙ سنڀاليندي. (اها ٿي سگهڙ). ڦوهر جيڪا هي، اها رڳو..... ڏيندي باقي ٻيو ٿيو خير. نڪو ڪتو سنڀاليندي، نہ ڪو ٻلو سنڀاليندي، نہ ڪو وَر سنڀاليندي. سو ڦوهر ڪي گهر لڳي ڪواڙي. ڦوهر جي گهر ۾ در لڳو - ڪواڙ معنيٰ ٺاڪ، تنهن کي ڪواڙ چئبو آهي. سو ڦوهر ڪي گهر لڳي ڪواڙي - ساري ڪتي چلي ريواڙي. ڪتن چيو تہ هاڻي دروازو لڳي ويو. پاڻ ڪير ڪيئن چتينداسين هاڻ در لڳي ويو آ، سو هاڻ تہ پڇون. سي ويا ريواڙي. ريواڙ شهر آ هڪڙو. تہ اڪ سياڻي ڪتي ني، هڪڙو سياڻو ڪتو هو. اس ني مانگا ڪوڻ. مانگا ڪوڻ معنيٰ آرگومينٽ - ڦوهر ڪي گهر لڳي ڪواڙي. پر بند ڪري گا ڪون. در تہ لڳو آ پر در کي بند ڪير ڪندو. در تہ مڙس لڳرائي ڏنو آ زال کي پر زال بہ اهڙي هجي جو در بند بہ ڪري نہ!. رات جو ٻلو مڪڻ کائي ويندو در بند ڪندي ڪانہ. هاڻي ڏسو نہ ڪيڏو شعر آ. پر تنهنجي معنيٰ اها ٿي ڇا تہ راجستاني ٻولي سياسي طرح سگهاري ٻولي آ. اها وري ٻي ڳالهہ آ - لطيف، اسان جي ٻوليءَ ۾ شعر چيو اٿس. تنهنڪري، جيڪا هينئر سياسي Controversy آهي، انهيءَ جي لاءِ ڪا سنڌي ڪم اچي سگهندي ڇا؟ پهرين (تہ) سنڌي ڳالهہ ئي ڪو نہ سمجهندا. سنڌي ئي ڪونہ سمجهندا. آءٌ جيڪڏهن ڪائي ڳالهہ ويهي ڪندس تہ You are a Nation، You have a Sovereignty، You have a country، اها سڀ ڳالهہ سنڌي سمجهندا ڇا؟ نہ هي ڇورو (پرسان ويٺل شخص ڏانهن اشارو ڪندي) سمجهندو. هي سمجهندو. مثلاً آءٌ جيڪو سائينءَ وارو (حڪومت) Sovereignty جو پوليٽيڪل فلسفو ڪريان ٿو. اهو ڪو سنڌي سمجهندا ڇا؟. سنڌي اهو سمجهندا تہ نوڪري... { ان وقت ڪي بہ ماڻهو قريشي صاحب وٽ اچن ٿا ۽ ڪيس ٿاڻي تي هلڻ لاءِ چون ٿا } هي جيڪي بہ ماڻهو آيا آهن، اهي منهنجون پارٽيون سمجهندا ڇا" اهي سمجهندا تہ ٿاڻي ۾ هلون ٿا. هاڻي ماڻهو ڇڏائي ڏيو. ماڻهو ڇڏائيو تہ پوءِ اسين جناح ڪان بہ وڏا ماڻهو آهيون. هنن جي سامهون، تہ مون اڳ بہ اها ڳالهہ چئي آ، اها بہ ڳالهہ نہ لکجو. تہ سچي ڳالهہ اها آهي تہ سائينءَ کي بہ دير سان خبر پيئي تہ سنڌي قوم آهن. اها ڳالهہ ڪٻي تڏهن پڇبو سائين پوءِ ڪٿي (چيو). سنڌ مُلڪ آهي، Modern Political Language استعمال ڪبي، تڏهن مڃبي. مثلاً ڊاڪٽري وڃي پڙهائجي مدرسي ۾، هن مسيت ۾ مان وڃي (قوم)Gard Blader جي آپريشن سمجهايان. ماڻهو سمجهندا ڇا؟ سنڌي ٻوليءَ ۾، (قوم)Gard Blader جي ڳالهہ." (اها) انگريزيءَ ۾ ڪٻي تڏهن سمجهبي. نہ تہ سمجهبي ڪا نہ. هي جيڪو ڇوڪرو آهي سو چوي تہ انگريزي ڪيئن پڙهبي، آءٌ سنڌي پڙهندس. بس! سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪجهہ ڪو نہ سمجهندو، ڇا سمجهندؤ. جيڪو ماڻهو انگريزي نہ پڙهيل آ، اهو

ڪجهه به ڪو نه سمجهندو، اهو سمجهندو ئي ڪونه! سائينءَ وٽ روح هو سنڌي، جو. سائين جناح سان وڙهيو ٤٦ع ۾. پاڪستان ڪانپوءِ ڪو نه وڙهيو هو. اوهان کي خبر ڪانهي ڇا؟ سائينءَ تي وڏا الزام آهن ته سيدن کي ٽڪٽ نه مليو، تنهن ڪري جناح کي ڇڏيائين. ائين ڪو نه هو. سائينءَ اصولن جي ڳالهه ڪئي. سائين هن کي چيو ته "بابا سنڌ مسلم ليگ ڌار آهي، پاڪستان مسلم ليگ ڌار آهي. سنڌ مسلم ليگ جي فيصلن ۾ پاڪستان مسلم ليگ مداخلت نه ٿي ڪري سگهي." جهيڙو اهو هو، انهيءَ تان جهيڙو هو. ۽ ٤٦ع ۾ جيڪو Proposal سائينءَ انگريز سرڪار کي ڏنو، انهيءَ ۾ پاڪستان جي مخالفت ڪا نه ڪيائين (پر) چيائين ته پاڪستان صوبن جي بنياد تي ناهيو پوءِ انگريزن قبول ڪيو (اهي) ڏاها (ماڻهو) به هئا، چڱا به هئا. انگريزن چيو ته "ڳالهه تنهنجي تمام صحيح آ، پر دير ٿي ويئي آ. اسان کي هاڻ هڪڙو ڪلاڪ به ڪونهي، اسان هاڻ هي ملڪ ڇڏي ويندا سين." ڏاها ماڻهو هئا. آءٌ ٻڌايانو ٽينهن سالن ۾ پنجابي سنڌ ڇڏي ويندا.

آصف: ڇڏي ويندا؟

حفيظ قريشي: ها ڪالا باغ ڊيم ٻيا ٿيا ناهي، اسان جي.... ۾ هيترو..... وڃهي پوءِ ڇڏي ويندا. جوندا ته هاڻ وڃي....... جيڪي وٽيو سو ڪيو. اسان کي لاچار ڪونهي.

آصف: اڇا، ڪالا باغ ناهي پوءِ جوندا ته اسين هلون ٿا؟

حفيظ قريشي: ڪالا باغ ڊيم، ٻيا ٿيا ڪم ڪري، پنهنجا ماڻهو هتي وهاري پوءِ جوندا ته هاڻ اسين هلون ٿا. توهين آزاد آهيو. پوءِ ڇا هي؟ هن جي جيڪا پلاننگ آهي، اها پوري ڪري پوءِ ويندا. پر سوال هي آهي ته هي جيڪي آءٌ توهان سان ڳالهيون پيو ڪريان اوهان ته ڪتي ٿورو سياست ۾ آهيو پيو ٿيو، پر ڪير به ماڻهو وني (اڇو) ته اهي سمجهن ئي ڪو نه ٿا. سوال آ ته سمجهائڻ وارو ته آهي پر جي سمجهڻ وارو ئي ڪونهي ته ڪلاس ڪيڏانهن هلي. هاڻي هن (هڪ ماڻهوءَ ڏانهن اشارو ڪندي) جي پيٽيوي جو سنڌو ايس پي ٽي آيو آهي ۽ هڪڙو ماڻهو ماءُ جو....... هن جا ويهه هزار ڪائي ويو آ. ويهه هزار ويا مڙئي خير آ، پيسي جي حيثيت ڪانهي، پر پاڙي ۾ ويهه هزار ڪائي وڃين، هن کي خبر هجي ته ڪيئن موچڙا هٽي هن ڪان ويهه هزار ونن (ٿا). هڪڙي ماڻهوءَ جي چوري ٿي. ڇي ڪنهن ڪئي!؟ اڙي جي خبر پوي ته ڪنهن ڪئي آ ته وني نه اڇان، خبر ئي ڪانهي، ته سنڌي ماڻهو جيڪي آهن انهن کي خبر ڪتي آ. اها به هڪڙي خلاصي ڳالهه آهي. اوهان جي قومي ورڪرن ۾ جيڪي ماڻهو آهن، (انهن کي به خبر ڪا نه ٿي پوي) سنڌ پيئي ورهائجي، ڇي جاگيرداري مرده باد. اوهين اسپتال ۾ تنگ پيجائي وڃو ۽ اوهان جي دل ۾ خرابي هجي، دل وارو ڊاڪٽر تنگ اوهان

جي ڏسندو ڪا نہ (هو) رڳو دل جو علاج ڪندو. هينئر سنڌ جي ورهاڱي جي پيٺي تحريڪ هلي ان تي قومي ورڪر چون ٿا تہ "زميندار وڏا ماڻ ڇا.... اهي سمجهن ٿا ڳالهہ ڪي؟ زميندار آهن برابر... (پلا) تون ٿينديين ڇا. محدم صاحب ٿيندو MPA. ڪو برادريءَ وارو ٿيندو MPA تون ٿيندين، ڪيئن ٿيندين، توکي انفرا اسٽيڪچر ئي ڪونهي. هاڻ پ.پ. ۾ آهن نہ، اڄ جي اخبار پڙهي اٿوَ، تنڊي الهيار وارو جيڪو پاڻ وٽ گلشنِ سجاد ۾ وينو آ، ان جو چوڻ آهي تہ سنڌ ورهانجي ويندي. لاش ڪري ڇڏيندا سين. هي ائين ئي چوندا پيو ڇا ڪندا. چون پيا باقي پيو اڃان ڇا! اجرڪ وارو هاري جنهن لاءِ اوهين مرو ٿا. اهو تہ ائين ڪو نہ ٿو چوي، خليق الزمان اڃا چئي ٿو. پر ڪارو ماڇي تہ ڪو نہ ٿو ائين چئي تہ سنڌ ورهائبي تہ اسين مارو ماري ڪنداسين. توهين تہ چئو ٿا مزور (مزدور) مزور مزور ۽ ان جي سڄي دنيا فاتي ويئي، ختم ٿي ويئي، پر اوهان ڇڏيو ئي نہ ٿا انهيءَ ڳالهہ کي! اوهين سياست جيڪا ڪريو پيا. پلا آئون ڪنهن سان ڪريان ڳالهہ، ڪنهن سان، مون کي هڪڙي ماڻهوءَ ٻڌايو آ تہ نہ توهين شروعات ڪان سنڌ جي آزاديءَ جي ڳالهہ پئي ڪئي. آءُ ان جي وڏي عزت ڪريان ٿو، ڇاڪاڻ تہ مون اها آزاديءَ جي ڳالهہ سائينءَ کان ٻڌي ١٩٧٣ع ۾، ١٩٤٨ع ۾ ڪري ها.

آصف: پهرين سنڌ جي ڳالهہ ڪندو هو؟

حفيظ قريشي: سنڌ جي ڳالهہ، سنڌ جا حق، Rights، رياست، سنڌ Country آهي ۽ آزاد ٿئي، اها (ڳالهہ) پوءِ ڊولپ ٿي، ون يونٽ جي زماني ۾ جڏهن اسان جا شاعر چوندا ها. "سنڌ سوا ٻي ڳالهہ نہ ٿيندي، سنڌ سوا ٻي ڳالهہ نہ ٿيندي" پر Sovereignty.

آصف: اهو ١٩٧٣ع ۾ ٿيو؟

حفيظ قريشي: اهو سائين ١٩٧٣ع جي ٢٤ اپريل تي، (چيو) مون کي پانوءَ (چيو) تہ نہ وڃ، پوءِ......

آصف: تہ سائينءَ جي شخصيت جا جيڪي شيپ هئا نہ.........؟

قريشي: نہ هاڻ ڏسو نہ. سڄو جيڪو پروگرام آهي سو آهي. سائينءَ کي Symbolize ڪرڻ. تنهن جي ڪري مهرباني ڪري (وچ ۾ نہ ڳالهايو) آءُ جيڪو آهيان سو وڏو محبت وارو ماڻهو آهيان پر وڏو بي رحم ماڻهو آهيان. آءُ جڏهن ڪنهن شيءِ تي بحث ڪندو آهيان ۽ تنقيد ڪندو آهيان پوءِ..... پٽ ماڻهوءَ کي وڻن ٿا نہ، آءُ پنن تي بہ تنقيد اهڙي ڪندو آهيان جو وهنداني ڪو نہ!. سائين سنڌ جي آزاديءَ جي ڳالهہ .... ائين سمجهو تہ مون سائينءَ کان ٻڌي. منهنجي دماغ ۾، منهنجي دل ۾ بہ اها ڳالهہ ڪا نہ هئي. مون جڏهن ٻڌي تہ انهيءَ ڏينهن آءُ ٻڌن سان ٽڙڪيس پئي. مون چيو تہ هي چئي ڇا ٿو؟ هي تہ

مارائي، (ٿو) يونيورسٽيءَ ۾ ڪٺي هيائئين. پوءِ سائين آيو مون وٽ هتي سنڌ ۾. منهنجو پاءُ مري ويو. فاتح ڪرڻ آيو. پاڻوءَ جي ٽيجهي کان پٺي ڏينهن آيو. ٽيجهي تي ڪو نه پهتو. پوءِ آيو. مون وري وڏو بندوبست ڪيو سائين جو. (ان وقت) مون سائين کي چيو. پاڻوءَ جو پٽر آهي. انهيءَ تي سياست ڪا نه ڳالهائبي پر ايمرجنسيءَ ۾ اجازت آ. (مون چيو) اها کهڙي تقرير ڪئي اٿئي." چيئين "تقرير ته آءَ ڪيائين ڪانه. آءَ ته هڪل آهيان." انگريزيءَ ۾ مون کي چيائين ته آءَ Streamer آهيان. آءَ تقرير ڪريان ڪو نه آءَ لکي ايندو آهيان. هي ته ڇپائي آيو هوس. مون کي چيائين "تقرير ته تون ڪندو آهين پوءِ مون چيو ته هيڪاري مصيبت لکڻ ۾."

پو مون سائين کي چيو. ڪهر جو ماڻهو هو. سائين، ماڻهو ته هوئي ڪو نه! جي.ايم.سيد کو اسان جهڙو ٿورو ٿي هو. ٻي جنس هو. مون چيو سائين توهان کي وڙهندا. چيائين هنئين وڙهيا آهن. مون وري چيو ته ڦاسي ڏيئي ڇڏيندو. پاڻ فرمايائون ته "ڦاسي ڏين ته عيدون ٿي وڃن." (پيا) ماڻهو وينا هئا. ته مون چيومانس ته "آءَ ڦاسيءَ تائين توسان ناهيان. جيل پيل تائين آهيان." مون کي چيائين "ڦاسي جيل کان آسان آ. انهيءَ ۾ هڪڙو سيڪنڊ به ڪو نه ٿو لڳي مرڻ ۾. باقي جيل تڪليف وارو آ." مون چيو ته "جيل ۾ ته ڏهه لڳا پيا آهن." چيائين "اهي اوهان جي لاءِ هوندا. مون کي جيڪو جيل اچي ٿو، ان ۾ مون کي پيڙيو ڇڏين."

آصف: ڪهڙو جيل آ. جي.ايم.سيد لاءِ اسپيشل جيل؟

حفيظ قريشي: معنيٰ مشقتي مليل هئا ته نوڪر، پر هنن کي حڪم هوندو هو ته پري وڃي ويهو. هاڻ جيڪڏهن پاڻي کپي ته هو وڃي هوڏانهن وڃن، پاڻي مون کي ڪير پياريندو.

{ان وچ ۾ قريشي صاحب سان ملاقات لاءِ ڪي ماڻهو اچن ٿا جنهن لاءِ آصف کي مخاطب ٿيندي چوي ٿو ته" هاڻ اهي ماڻهو آيا آهن اهو به هڪ پيو Aspect آ منهنجي لائيف جو. انهن کي گهرائي، انهن سان هالي حوالي ٿي، ڪين روانو ڪريان. اٿين چئي هو آيل مهمانن کي گهرائي ٿو. هو ڪيس تاڻي تي ڪنهن ڪم ڪار سان هلڻ لاءِ چون ٿا جتي عمراڻي نالي صوبيدار آ. انهن کي پاڻ چوي ٿو ته هتان سج لٿي موٽر ۾ چڙهي اوڏانهن هلنداسين ۽ اُن کي هلي منٿ ڪنداسين. تنهن بعد هو ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ ڪين خط لکي ٿو ڏئي. عام ڳالهيون ڪندي پنهنجي اولاد بابت چوي ٿو.}

حفيظ قريشي: خبر ئي ڪا نه ٿي وڃن. عقل ئي ڪو نه اٿن. پڙهن ئي ڪو نه. اخبار ئي ڪو نه پڙهن.

آصف: سڀ ڪجهه هوندي به هو نه ٿا ڪجهه ڪري سگهن مينيج!!

قريشي: ٻني بہ چڱي آ. ٻوڙ ماني بہ کائون پيا. اهو ناهي تہ سکسينئل زميندار نا ٿن.

آصف: توهان هڪڙي دفعي چيو هيو تہ هڪڙا Demars ٿيندا هن ٻيا هڪڙا ڊزائينرس ٿيندا آهن. ٻيا ايڪٽرس هوندا آهن. سائينءَ جي حوالي سان توهان ڳالهہ پئي ڪئي He was a Demars and Designer

قريشي: More of Designers مثل آءَ آهيان. اها ڳالهہ منهنجي باري ۾ لکي ڪانهي. هتي آءَ جڏهن آيس ١٩٧٣ع ۾ هتي جتي ويٺا آهيون. هتي سمجهون تہ ٥٠ ترڪن جهڙو ٻنو (ڏڙو) هو. سمجهو تا. ١٩٧٣ کان وٺي هي هڪڙي هڪڙي سير ڪري هڪڙي هڪڙي ڊزائين ڪري ائين بہ ڪونہ هو. ٻائو مري ويو تہ مرڻ شرط ڪي اسان کي پيسا ڏيئي ويو. هوند اٿهوند ۾. (ملازم چوڪري ڏانهن اشارو ڪندي) هي چوڪرو آ. ڏيڍ بہ مهينا ٿيا هن. ابا روزانو جاءِ نهندي آنہ؟ روز ڪجهہ نہ ڪجهہ ٿئي پيو. اوهان وٽ بہ هينئر سنڌ جي اڪائونٽ تي سنڌ ۾ ايترو مٽيريل (سامان) آهي جو جيڪڏهن ان کي استعمال ڪجي تہ آگ لڳي وڃي. پر هڪڙو تہ انهيءَ کي استعمال ڪيو ڪونہ ٿو وڃي ۽ ٻيو تہ انهيءَ کي سنڌ لاءِ تہ استعمال ئي ڪيو ڪونہ ٿو وڃي! هاڻي اڳي تہ هو جي.ايم.سيد جيڪو ڪميونسٽن کي روڪيو ويٺو هو. اهو مري ويو. هاڻ اوهان جي قومي تحريڪ ۾ جيڪي ڪميونسٽ گهڙي ايندا. انهن کان اوهين ڪيئن بچي سگهندا.ئو؟ ڪيئن بچي سگهندؤ؟ اهي اوهان کان ڏاها هن. اوهان کان پڙهيل هن. بين الاقوامي نظرياتي طرح سان هشيارٻند هِن. مثلاً اهي اوهان کي چوندا تہ ڪالاباغ (ڊيم) نہ هجي. پر سنڌ آزاد نہ ٿئي . اهي اوهان کي چوندا اسان کي معدني طاقت ڏين. باقي سنڌ آزاد اسين نہ ٿا ڪريون.

آصف: (يعني) وسيلا ڏيو.

حفيظ قريشي: (رڙ ڪندي) وسيلا اوهان کي چو ڏين؟ اوهين ڪيئن ڪالاباغ ڊيم کي روڪي سگهندؤ؟ هينئر تہ ڪٿي بي نظير آ. خيرون خير جڏهن ڪراچي ڪٽجي ويئي. تڏهن اسان جيڪي نوجوان هئاسين. ٻيا بہ هٿا نالا وسري ويا آهن. اسان چيو تہ پير الاهي بخش کي قتل ڪريون.

آصف: جيڪو وزير اعليٰ ٿيو.

حفيظ قريشي: جيڪو وزيراعليٰ ٿيو. کهڙي کي لاٿائون هن کي رکيئون. ابا جي .ايم.سيد جي هڪڙي اليڪشن پٽيشن. اها فيصل ٿي جنهن ۾ پير الاهي بخش Unseat ٿي ويو.

آصف: اڇا فيصلو ان جي خلاف ٿيو.

حفيظ قريشي: فيصلو جي.ايم.سيد جي حق ۾ ٿيو پير الاهي بخش کي سسپينڊ ڪيو ويو. ان ۾ کهڙي بہ سائينءَ جي مدد ڪئي. کهڙو وري منسٽر ٿي پيو تہ انهيءَ ڪاغذن وغيرہ ۾ مدد ڪئي. ابا پير صاحب لهي ويو. پير صاحب جو لٿو. سو ڪيڏي مهل ڏسان تہ پير صاحب مون وٽ آفيس ۾ هليو آيو. سائين قريشي صاحب اسان

جي نہ منسٽري ويئي ھلي. ھاڻ اسين توھان سان گڏجي وڪالت ڪنداسين. ڇِاڪاڻ تہ ھن ڪي اسان ڪي مارڻو. قتل ڪرڻو ھو. ھن ڪي تا اسين پاڻ وٽ وھاريون. ھاڻي ھن کي ڇٿون ڇا؟ ويھي ڇانھن ٻانھن پيتئين پوءِ ويو ھليو. ٽئين ڏينھن تيڙ ڪٿي اچي ويٺو منھنجي آفيس ۾. ھاڻي ڇا ڪريون. ٿوري وقت ڪانپوءِ مون چيو تہ". سائين اسان ڪان خبرون تہ پڇو" چيائين "خبرون ٻڌاءِ" چيم "خبرون خير ڪراچيءَ جي حساب ۾ اسان ڪي. اوھان کي قتل ڪرڻو آ" چيائين تہ، "مون تہ ڪراچي ڪانہ ڏني آ. جناح ڪئي ڇڏي آ. پلاجي مون ڏني ھوندي تہ سنڌ اسيمبليءَ ۾ قرارداد Resulation پاس ڪرايو ھوندم. آءُ توھان کي سياڻي وٺي ھلندس. منھنجي زماني جون شيئي پروسيڊنگس پڙھجو. اھڙي ڪا ڳالھ ھجي تہ مان ڏوھي. نہ تہ مون کي معاف ڪري ڇڏيو" اھڙي تہ ڪائي ڳالھ ھئي ڪانہ. باقي پاڻ ٻي ڳالھ ڪeئين. چيائين، چيف منسٽري اھڙي شيءِ ھئي جنھن ڪان مون انڪار ڪونہ ڪيو. تہ ھاڻ بينظير جيڪا آھي تنھن کي پاڪستان جي چيف منسٽري ملي وڃي تہ .... بہ ڏيندي. Priminister پاڪستان جي ملي تہ ٻيو باقي ڇا کپي. ھڪڙي ڏر ھئي ۱۹۷۳ ۾. ھاڻي نالا ڪونہ ٿا وٺون. انھن کي پنج ست پلاٽ مليا ابا انھن سڄي تقرير تحرير سائين جي.ايم.سيد جي خلاف شروع ڪري ڏني. لک بہ لک پنج لک ملن تہ پوءِ باقي ڇا؟ ھينئر سائين امداد چيو تہ ھلو لنڊن. آءُ ڪونہ ويس پيسا ڪونھن. ۴.۳ لک روپيا ڪير خرچ ڪري پر (اٿين) نہ ڪو ماڻھو مون کي ڏھ لک روپيا ڏئي. ڪار بار ھينئن ھونئين تہ پوءِ جيئن انگريزي ۾ آھي نہ تہ It was too good to be rejected

آصف: اڇا It was too, good. اڇا.

قريشي: پرائمنسٽري ملي ھڪڙي مائيءَ کي. پوءِ ڪالا باغ بہ نھي. اھو.... مون واري تان. پلي پيو نھي. ٻي وري ڳالھ کھڙي. ملڪ پيو ھلندو. مون کي پير الاھي بخش چيو. چيف منسٽري مون قبول ڪئي باقي. مون ڪو لکي ڏنو ھجي تہ مان ڏوھي آھيان.

آصف: پير صاحب. آيو ھو کھڙي ڪان پوءِ.

حفيظ قريشي: ھا. ھاڻي مائي بينظير ڪالا باغ ڊيم قبول ڪري ڇڏي تہ بہ شڪ ڪونھي.

آصف: ھا. اھڙا امڪان بہ آھن.

قريشي: ھاڻي مثال جي طور اسان پني عاقل ڇاونيءَ تي احتجاج ڪيو. ھينئر موراڳي ڏھ ڇاوڻيون پيون نھن. سکر ۾ پئي نھي. دادو ۾ پيئي نھي. ماڻھو بہ ويچارا جيڪي ڇوڪرا ڇوڪرا. سي رڙيون ڪري ڪري. شاعر ٻاٺر ويچارا جيڪي جيئي سنڌ جيئي سنڌ ڪيو آخر ٿڪجيو پون ويچارا. جيئن منھنجي پٽ توکي ٻڌايو تہ "ھاڻ اسين ڇڏي ويا اھيون" ھي تہ آءُ . اھڙو ٻي حياءُ ماڻھو آھيان جو مرڻ تائين سنڌ. سنڌ ڪندو اچڻ. جيئن ڪنھن چيو آھي تہ "قبرتائين ڪندي ويئي ابائا. ابائا".

آصف: ابائا ابائا. واھ

حفيظ قريشي: مون واري پٽ چڏي ڏنو نہ تہ. مون واري پٽ جي جائت اها هئي . جو انهيءَ جاءِ ۾ جتي اسين ويٺا آهيون. قادر مگسيءَ جو نالو لکيل هو. اهو قادر مگسيءَ سان گڏ هو. وهائي تي بہ قادر مگسي زندہ باد لکيل هيو هائي چڏي ويو تہ ڪي ماڻهو ائين مجبور ٿيو پون.ماڻهو ويچارو مجبور ٿيو پئي.

آصف: ڪي وري نيائين ٿا.جيئن سائين چيو هيو "ورچي نہ ويني. وچي پونءِ پيئي سارينديِ ڪي سڄڻين"

حفيظ قريشي: ها تہ ڪي ماڻهو (ائين ٿيندا آهن) سائين تہ پوڙهو هو. اسين بہ هاڻ پوڙها آهيون پر هي ننڍڙا ننڍڙا ننوجوانڙا هاڻ چوندا تہ اسين وچي ڪا نوڪري بوڪري ڪريون بينظير وٽ وڃون. من ڪا ASI جي نوڪري ملي. اوهان ڏسو اهو جيڪو ٿيو آ ASI. سائين حفيظ قريشي هاڻ ويندو ۽ انهيءَ ڪي وچي چوندو تہ مهرباني ڪر (هي ڪم ڪر) ASI نہ ٿئي ها. تہ ڪو آءَ وڃان ها.

آصف: نہ

حفيظ قريشي: تہ هاڻ جيڪي ماڻهوائين هوندا هئا. انهن جا ڇوڪرا ASI ٿين يا جيئي سنڌ ڪن.

آصف: ها. صحيح تہ اهو سائينءَ جو روڻ جيڪو اوهان ٻڌايو تہ بزائينر وارو هو. بريسر ۽ بزائينر وارو ڪردار. سائينءَ جيڪو بزائين ڪيو. سنڌ جي آزاديءَ ڪي.

حفيظ قريشي: مون چيو. اها ڳالهہ بہ نہ لکجان. اهڙي ڪابہ ڳالهہ آءُ نہ ٿو ڪرڻ گهران. اها Adviseable بہ ناهي. Beneficiar بہ ناهي ۽ مروت بہ ناهي. ٽنهنڪري اها ڳالهہ بہ نہ لکجو. (مووي‌ءَ ڏانهن اشارو ڪندي، بند ڪريو ان ڪي) شاهہ صاحب وٽ پلينگ ڪانہ هئي هڪڙو ڪم شاهہ صاحب ڪيو. خبرون خير گهڻا سال ٿيو هڪڙو داوئود پوٽو نوجوان مڙس هو. مون کي پيرين پيو پئي. مون کي ليڊر پيو سمجهي. مون وٽ حيدرآباد ۾ اچي نڪتو. مون (ان ڪي) چيو. سڄو ڏينهن ٿو پيرين پئين ڪا خدمت بہ تہ ڪر" چيائين: حڪم ڪر. مون چيو. وادو ڪيي. ابا پئي ڏينهن بہ ڀهرن جو ماني وينو ڪانوان. اڳين منهنجي/ زال مري ويئي هئي. هيءَ ويني هجي. تہ ماڙي تي نڪ نڪ پئي اچي. مون چيو: بي بي نڪ نڪ پئي ٿئي. چيئين تہ هڪڙو وادو آيو آ. سو (سامان) پاسو ڪري مٿي وينو آ. ڪري تہ الائي چا پيو. مون کي خوشي تہ ٿي تہ وادو مليو. مون دل ۾ چيم تہ. وادو تہ ڪو گڏهہ جو قر آ. مون سان ملي ها. مون ڪان چاڻ پڇي ها. ڪاٺ ٻاڻ گهرايون ها. هاڻ هن کي خبر بہ ڪانهي تہ ڪم ڪهڙو آ. مٿي تہ ڪباڙ پيو آ. خير ماني کائي. آءُ مٿي ويس هيڏي هجيس ڏاڙهي. اڇي ڏاڙهي پوڙهو هجي آءُ وچي مليو مانس . مون چيو. "اي استاد پلي ڪري ائين وڏي مهرباني ڳالهہ تہ ڪرين ها. ڪو ڪاٺ ٻاڻ ونون ها" چيائين تہ "ڪاٺ چا ونون ها. هي جو ڪاٺ پيو آ"؟ ڪباڙ هڪڙو پيو هو ان ڏانهن هٿ ڪئي چيائين. مون چيومانس "هي تہ ڪباڙ آ" چيئين تہ" ابا ڪاريگر تو آهي. جو ڪباڙ مان ڪم ڪڍي. هي بہ ڪاٺ آ" ڳالهہ اهڙي ڪيئين جو ...... مون چيو پلا.

ڪا ڇال ڀال. ڇياڻين "آءُ استاد آهيان ڪهڙي ڇال. آءُ توکي ٽيبلون. ڪرسيون. ڪٻٽ. بورچي خاني جون ضرورتون. ڊرائينگ روم جون ضرورتون. توکي ناهي تو ڏيان. تون مون کي ڪهڙي ڇال ٻڌائيندين. آءُ ڪاريگر آهيان"./(سو) سائينءَ سچو ڪم ڪپاڙ مان ورتو. سنڌ جو ڪوبہ ملوڪ ماڻهو سائينءَ ڏي ڪونہ ويو. ڪوبہ نہ! مثلاً آءُ (آهيان) هالا ۾ کو آءُ ملوڪ ماڻهون آهيان ڇا؟ هالا ۾ ٻيا ملوڪ ماڻهون آهن مخدوم صاحب هن . ٻيا زميندار. راهو. ڦلاڻا ٽيرا. سائين. آريسر. آريسر ماڻهو آ ڇا؟ ڪهڙو سائينءَ وٽ ماڻهو آيو سنئون سڌو. نالو وٺو. سندس تڪ ۾ سيوهڻ جا سادات اهي عبدالله شاهہ وارا. ٻيا بہ آهن ٻيا ٽيان ڪو اهڙو ماڻهو ٻڌايو. ڪير هو سائينءَ سان. سائينءَ وٽ سن جو ڪوسنئون سڌو سيٺ واپاري ماڻهو يا ڪو ايگزيڪيوٽو انجنيئر ٻيو ٽيون. سائينءَ جي پارٽيءَ ۾ هو. سن جي ماڻهن مان. اهو غلام قادر ميربحر ويچارو. هي (هالا ۾) هيڏا سارا ميمڻ ويٺاهن رئيس لکها پٽي پر هڪڙو اهو معشوقڙو هيو عرفان مهدي اهو سائينءَ سان گڏ هو سڄي هالن پراڻ مان ماڻهو مليا. هڪڙو حفيظ قريشي ء ٻيو عرفان مهدي. هالن نون مان هڪڙو بہ نہ. پنهنجا جيڪي سيد سادات جن جو (سيد) وڏو قدر شان ڪندو هو. هڪڙو بہ سائنس گڏ ڪونہ هو. اهو جيڪو ڪيڪ آڻيندو هو سائينءَ ڏي (سيد شهاب الدين شاهہ) اهو بہ جڏهن سائينءَ جي Birth Day تي بندش پيئي انهيءَ پيري آيو ٿي ڪونہ ڪو تہ. هڪڙي زوال يافتہ قوم. (جنهن کي) صدين کان. هزارين سالن کان پنهنجي سڃاڻ نہ هجي. سڃاڻپ نہ هجي. انهن ۾ Sovereignty جي تحريڪ هلائي ويو. هينئر مون وٽ اوهين آيا هيو. سنڌ جي آزاديءَ جي ڳالهہ ٿا ڪريو (اها) پٽي ڪئي ڇا؟ ڪهڙي ڪئي ڇا؟ حميد د ڪهڙو ڪئي ڇا؟

آصف: نہ ڪنهن بہ نہ ڪئي.

حفيظ قريشي: ممتاز علي پٽي بہ پوءِ جڏهن سائين ڳالهہ ڪئي تہ پوءِ مڙئي جڏهن پيپلز پارٽيءَ کان ٽٽو تڏهن اها ڪانفيڊريشن جي ڳالهہ ڪيائين يا جيئن آءُ آهيان مون کي خبر ٿي ڪانہ هئي تہ سنڌ جي بہ ڪا سياست ڪبي آ. ايم .اي. ايل.ايل. بي هوس (پر) مون کي خبر ٿي ڪانہ هئي پڙهيل بہ سائين کان وڌيڪ هوس. ڪهڙي بہ پاسي (Side) کان سائينءَ کان وڌيڪ پڙهيل هوس. پر ڇا ....... (خيرئي ڪانہ هئي) تہ .......... خدا. موڪليندو آ. چانس ملي آهي سنڌي ماڻهن کي. فائينل ٻڌڻ کان اڳي. الله سائين ٿي چار هزار سال ڏنو تہ اهي ماءُ جا.... جيڪي آهن. ........ٻيا هئن کي آءُ علاج موڪليان. نبوت. موڪليان. جي.ايم.سيد کي طاقت هئي جو اها ڳالهہ ڪري.......

آصف: صحيح.

حفيظ قريشي: بہ درجا سنڌي پڙهيو سو اهو ٿو (چوي) سنڌ. سائيهہ. ڦلاڻ ٽير اهي ڪتان ڳالهيون آيون. اها نبوت هئي خدا جي طرفان. هاڻي اوهان کي چانس آ. سمجهو ٿا نہ؟ هڪڙي تہ چانس وڃائي ڇڏيئيوَ دير ڪري. هينئر (ان) اڪائونٽ تي اليڪشن بہ

هارائي ويو. هڪڙي ......... اليڪشن. انهيءَ ۾ هڪڙي جٽ ڪي. ڪامياب ٿيئون. هن کي هارائي ويا. مون کي خبر ڪانهي تہ الله جي ڳجهہ ۾ ..... پر ايتري مون کي خبر آهي تہ پاراتو ڪونہ ڏيندو هو. ڏکوئيو هو. پاراتو ڪونہ (زبان مان) نڪرندو هو. پاراتو. ڏئي ها ۽ مون کي خبر پوي هاتہ غلام مرتضيٰ (جي.ايم) شاهہ پاراتو ڏيئي ويو آهي. جيڪڏهن مون کي (اها) خبر پوي هاتہ آءُ سنڌ جي يونيورسٽي ئي ڪونہ ڪريان ها. مون کي خبر هئي تہ اها لا حاصل آ.

آصف: ها. پاراتو نہ ڏيئي ويو.

حفيظ قريشي: پاراتو آءُ پانيان تو ڪونہ ڏيئي ويو آ.

آصف: تني تان نہ ڏنياس پاراتو پنهونءَ کي

حفيظ قريشي: ها تني تان نہ ڏنياس پاراتو پنهونءَ کي

آصف: واهہ. واهہ

حفيظ قريشي: باقي (آخري) ٻن سالن ۾ جيڪو (شاهہ جو) ڏينهن ملهايو ويو. تنهن ۾ تقرير ڪيئين ڪانہ.

آصف: اڃا مخاطب نہ ٿيو.

حفيظ قريشي: نہ ڪو ٩٤ ۾. نہ ڪو ٩٥ ۾.

آصف: ها.

حفيظ قريشي: ائين.

آصف: ٩٢ ۾ تقرير ڪيائين.

حفيظ قريشي: ٩٢ ۾. تقرير ڪري ڪانہ سگهيو.

آصف: خطبو پڙهيائين.

حفيظ قريشي: ٻئي کان پڙهايائين

آصف: ها پڙهايائين.

حفيظ قريشي: بشير قريشي

آصف: بشير خان قريشيءَ کان. ڪراچيءَ واري سالگرهہ جيڪا هئي. (ان ۾)

حفيظ قريشي: اهو. ڪراچيءَ وارو سالگرهہ جنهن ۾ World کي. مخاطب ٿيو. آمريڪا سان مخاطب ٿيو.

آصف: ها سڄي دنيا سان مخاطب ٿيو.

حفيظ قريشي: بابا. New Dimension جيڪا ڪريو تنهن ۾ سنڌ جي آزاديءَ کي بہ رکجو. اها ڳالهہ ڪيائين. باقي اهو گل محمد جکراڻي. (تنهن) ڪٺي عطاءُ الله مينگل کي دعوت. ۽ عطاءُ الله ......... سائينءَ سان ملڻ ئي ڪونہ آيو. ملڻ آيو هو.

آصف: نہ.

حفيظ قريشي: پوءِ ان جي ڇو دعوت ڪيائين. ڇو؟

آصف: ٻي جيڪا هوٽل ۾ دعوت ڪٺي هيائين.

حفيظ قريشي: ها. چو ڏنئيس. اتي به سائينءَ سيني کي "آندو. {ان وقت کو ماڻهو اندر گهڙي ٿو. قريشي صاحب ان کان پڇي ٿو ته ابا ڪير آهين. آصف. ها سائين ڊرائيور آ" قريشي: ها. ابا هنئن ڪريو. آءٌ هنن کي پٺ شاهه مان گهمائي ڦيرائي اچان. ڪارته هنئين بيٺي آ. هنن تي ڻورڙو به تي ويندو منهنجي لئه به تي ويندي. اوهين به چڙهو گهمي ڦري تا اچون" آصف: ها. پلي ڪار ۾ چڙهن ٿا ۽ ڪار هلندي انٽربو جو سلسلو شروع ٿئي ٿو}

حفيظ قريشي: ته شاهه ڪباڙ مان ڪم ڪديو هينئر جيڪا اها آهي..... سچ لئي ڪان پوءِ پاڻ ڪو پروگرام ڪنداسين. هنن همراهن کي چڏيان {پوءِ ڪو ماڻهو قريشي صاحب سان ڳالهائڻ گهري ٿو ته ان کي مخاطب ٿي چوي ٿو. "ها ٻڌاءِ. اهو ماڻهو آهستي قريشي صاحب کي ڪجهه چوي ٿو. قريشي صاحب. "ها هنن کي ڇڏي آ. اسين هتي ويهون ٿا. ابا ڊرائيور

ڊرائيور: ابا.

حفيظ قريشي: ابا. پوءِ موٽي آ.

ڪجهه دير خاموشي

حفيظ قريشي: ته شاهه (ان ڪباڙ مان) بزائين ڪيو.

آصف: پر سائينءَ جا جيڪي دورا ٿيا ڪجهه. ان ۾ توهان به گڏ هئا. سن کان وني جيڪو لاڙڪاڻي ٿائين.

قريشي: اهي زبردست ٿيا.

آصف: ماڻهن جيڪو استقبال ڪيو. چون ٿا تمام وڏو ماڻهو

قريشي: سمجهه ۾ نه پيو اچي.آءٌ I am not able to stand my Idea آئيڊيا

آصف: ماڻهن جو ڪو وڏو انبوهه هو.

قريشي: ماڻهن جي خبر نه پيئي پوي ته ڪيئن آيا. چو آيا.. پويون جيڪو (پروگرام) ڪيوسون. جيڏي مهل سکر پهتاسين ته اهو جيڪو محمد بن قاسم ميدان آ ۽ پوسٽ آ. اتي تر ڇڻ جي گنجائش ڪانه هئي. ايڏا ماڻهو ۽ پوءِ جيسين (شاهه) ٻڌا نه تيسين بس ڪريا پئي. مون کي سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته گل محمد جکراڻيءَ جو ڪو ايڏو اثر هو. سمجهه ۾ ڳالهه نه پئي آئي. اسين شڪارپور کان جيڪب آباد پئي وياسين. رستي تي بئي موٽر جي هلڻ جي گنجائش ڪانه هئي.

آصف: ايڏي پبلڪ هئي.

قريشي: ها

آصف: لاڙڪاڻو. جيڪب آباد

حفيظ قريشي: سائينءَ واري ڳالهه سيٺي جيٺي سنڌ وارا به ڪٿي تا ڪن؟ اُريسر ڪٿي ٿو ڪري؟ سنڌ جي ساورنٽي جي ڳالهه ڪير ٿو ڪري. انهيءَ ۾ جيئن دوڙ ۾ پيڏي هٺبي آ نه. پيڏي ٿا هٿن نه!

آصف: ها پنهنجي ڳالهہ تہ ڪجي پوءِ .....

قريشي: جيڪڏهن (ماڻهو) پيپلز پارٽي جي حق ۾ آ هن تہ اسين پنهنجي ڳالهہ تائين ئي هٿ ڪٿي وجون؟ مثلاً آءُ آهيان. پ .پ جيڪڏهن هينئر گورمينٽ ۾ نہ هجي ها تہ آءُ انهن سان شريڪ ٿيان ها. پوءِ چوندا تہ چاچو قريشي جيڪو اهو حڪومت ۾ .....ائين ڪونهي But suport him, Banazir اها ڳالهہ ڪري پئي

آصف: انهيءَ اشوءَ تي.

قريشي: انهيءَ اشوءَ تي. ماري ڪٽي انهن کي (چيائين) هٿيار ڇڏيو. پوءِ اوهان سان ڳالهائيندا سين. انهن بہ نہ چئي. زانفان وانگر ڳالهائي؟ ۽ اسين ان جي سپورٽ بہ ڪونہ ڪيون ۽ هڪڙي ڳالهہ آهي، آءُ ٿو چوان تہ سنڌي ماڻهون گڏهہ جا ڦر هِن. انهن بہ ڪونهي. سنڌي ماڻهو جيڪو پ پ کي سپورٽ ڪن ٿا. انهيءَ ۾ بہ هنن جي ڪائي ڳالهہ تہ آهي. هڪڙي ڏر اهڙي اسان وٽ پيدا ٿي آ (چي)پٽو جنهن پاڪستان تي وجي حڪومت ڪئي ۽ اسين ان کي سپورٽ نہ ڪريون هنن (سنڌين) جي جيڪا قوم پرستي آهي (سا اها آهي)

آصف: اڇا. اڇا. ان اينگل کان؟

حفيظ قريشي: کهڙا ڀهڙا سڀ هنا. نيڪ آ کهڙو بہ سنڌ جو ويل وشر هو پر They Never could think of become president of Pakistan or Priminister of Pakistan تہ سنڌ جو جيڪو عام ماڻهو آ سائين، (اهو ائين ٿو سوچي) هڪڙو ماڻهو هو. مون کي ڪونہ سڄاڻيندو هو. مون کي چيائين تہ. "سائين ماني ڪٿين ٿو پائين. مڙساڻو پئي ڪم ڪري نہ؟ سنڌي هڪڙو هو. مونکي خبر ڪانہ هئي تہ ماني وڙهي پئي مهاجرن سان؟ ۽ ڊپين پئي. اسين رڳو چپ بہ ڪونہ ٿا ڪريون ڏسو نہ سائين (جي.ايم.سيد) برابر اهنسا جو هو. (پر) حيدرآباد جو ١٩٨٨ ۾ جيڪو قادر مگسي وارن ڪيو. چون ٿا.

آصف: (ماڻهو) چون ٿا.

حفيظ قريشي: آءُ سن ويس. سائين چيو. اهڙو پيو تماشو سکر ۾ بہ ٿيڻ گهرجي. ايمان سان لاالله الله محمد رسول الله.

آصف: ها. سائين هنن جو پريشر پئي ڏنو.

حفيظ قريشي: نہ سائين پاڻ چيا چيو. سائين چيو تہ اهڙو ڪو تماشو سکر ۾ بہ ٿيڻ گهرجي لاالله الله ايمان سان. جڏهن سائين اسان کي وٺيو پئي هليو. ڊاڪٽر حميده جي اليڪشن ۾. تڏهن مون کي چيئين بابا تون اڃڄين اها وري توهان کي خلاصي ڳالهہ پيو ڪريان.

آصف: اڇا.

حفيظ قريشي: مون "چيس آءُ وڃان پيو رسول بخش جي اليڪشن ۾" چيائين "اهو جيڏانهن وٺي پلي وڃو پر پهچجئين ضرور" آءُ ويو هوس رسول

بخش جي اليڪشن ۾، آءُ (اتي) هفتو ڪن هوس. چيئين ڪار موڪليان. مون چيو نه پاڻ هليو ايندس. (ان دوري دوران) ڪشمور ۾ سائين چيو تہ، جلسو تہ ڪيو اٿئون پر ڊنر تي تقريرون ڪريو، هڪڙو آءُ ڪندس، هڪڙو ڊاڪٽر عبدالحيء، ٻيو حميده کهڙو، ٽيون گل محمد اهي چار ماڻهو ...... اهي هو کهڙو آهي ..... اهو آيو تہ بگٽيءَ دعوت ڏني آهي، پوءِ وري اسان کي ٻڌائي چڏيائين جهڙا ڪميونسٽ.

آصف: اڇا اوڏانهن بہ دعوت هئي.

حفيظ قريشي: وياسين پئي، انهيءَ زماني ۾ بينظير، قائم علي شاهہ ۽ بينظير بہ چيو هوندو تہ روڪيو، گرفتار ڪيو، بينظير کي سنڌ جي صورتحال ۽ پوليٽيڪل ڪنڊيشن جي پوري خبر آهي ڇا؟ بينظير چئي ٿي تہ "آءُ حڪومت ڪريان، سو ڪري پئي باقي ٻيو ڇا؟ بينظير جو سنڌ سان ڇا؟ بينظير ڪا لينن ۽ ڪارل مارڪس آهي ڇا؟ بينظير هڪڙي وڏي ماڻهو جي ڌيءَ آهي پتي صاحب جي ڌيءَ آهي سو حڪومت ڪيي، حڪومت ڪري پيئي ڪئين بہ ڪري، پڇاڙيءَ ۾ بہ هن کي لاهي پاهي امريڪا سان ملي جلي ...... هن کي سيني حقيقتن جيي خبر آهي ڇا؟ هوءَ توکي سڃاڻي ڇا؟ آريسر کي پوري طرح سڃاڻي ڇا؟ اسين ڇا پيا چئون؟ ڪنهن ماڻهوءَ کو اسان سان گفتگو ڪئي آ ڇا؟ ائين ڪوُنهي پلا تون مون کي سڃاڻي ٿو، آءُ توکي پوري طرح سڃاڻان ڇا؟

آصف: نسبت جي سڃاڻپ ٿئي ٿي،

ان وچ ۾ ڪو ماڻهو خانگي ۽ جاءِ جي ڪم ڪار جي ڳالهہ ڪري ٿو، اتي بہ قريشي پاڻ مٿي چڙهڻ جي ذڪر دوران ان مناسبت سان مثال ڏيندي چوي ٿو

حفيظ قريشي: جيڪي قومون هيٺ ڪم ڪنديون سي ٻڏي وينديون.

آصف: ها، اڇا.

حفيظ قريشي: ڪم ٽيبل تي.

آ- ف: ٽيبل تي.

حفيظ قريشي: چيئر تي، ٽيبل تي، (شين جي اهميت سمجهائيندي) هي شيءَ هيٺئن ٿي تہ مري ويندي، بس.

{ڪو عام ماڻهو اچي ٿو جيڪو پاڻ کي علي آباد جو ٻڌائي ٿو تہ قريشي صاحب ان کان پڇي ٿو}

حفيظ قريشي: پلا ٻڌ اهو لڪيءَ وارو جيڪو آهي مانت ٿو، جيڪو مشهور، گويو ٿي ويو آ.

عام ماڻهو: جي نہ.

حفيظ قريشي: ٻڌو آهي کهڙو نالو اٿس .

• عام ماڻهو: علڻ فقير .

حفيظ قريشي: علڻ فقير، پلا ٻڌ ان جو پيءُ هو ڏمالي اهو چون ٿا ته شرناءِ جو ڪاريگر هو.

عام ماڻهو: الائي سائين، خبر نه ڪانهي.

حفيظ قريشي: سائين علڻ فقير جو جيڪو پيءُ هوند. اهو شرناءِ جو (ماهر هو) اهو سائين سنڌ جي ... منهنجا جيڪي ساهرا هئا پهريان. اهي قريشي هئا وڏا عزت وارا ماڻهو هئا. پر فقير ماڻهو ها. انهن جو جيڪو مگٿهار هيو اهو هو بسنت فقير حيدرآباد جو. سنبت فقير سجي هندستان ۾ مشهور هو. آءُ جڏهن پرٽيس نه اسان جا فقير هتي جا ها. پوءِ ڪنواريتن وري ٺو گهرايا بسنت فقير وارا. مون ١٩٤٢ ۾ شادي ڪئي هئي. بسنت فقير ڪمال ڪري ڇڏيو. ۽ پرٽي ڪانپوءِ اٺ جڏهن ساهرن ۾ وجي رهيس نه هڪڙي ڏينهن، گهر ۾ ويٺو هجان، نه دق اچي وڳو منهنجي ساهرن جي دروازي تي. مان راڳ جو چاٺو. باهر ڏسان نه ڪير، چي: "بسنت فقير آهيان. قريشين جو مگتو آهيان سو بسنت بڌائڻ آيو آهيان" سو سرنهن هجيس هٿ ۾. انهيءَ جو رواج هو. حيدرآباد ۾ سرنهن جا گل زردا اهي ڏنئي ۽ پوءِ انهيءَ زماني ۾ هوندا هئا. لاڙي چانور (اهي ونندا هئا) باسپتي هئا ني ڪوند! باسپتي مون پنهنجي زندگيءَ ۾ پهريو پيرو ڪاڏا ١٩٣٧ ۾، جڏهن خان بهادر عزيز خان جو پٽ عنايت علي خان پرٽيو. انهيءَ زماني ۾ پنجاب جا ماڻهو پوکڻ لاءِ به ساريون ڪوند ڏسندا هئا. هينئر به ساريون ڪوند ملنديون .

آصف: ها. بلڪل

{ ٽيپ ۾ ڪٽ هئڻ ڪري ڪجهه جملا سمجهه ۾ نه آيا البته اتي ڪنهن غلام ملڪ جو ذڪر ٿئي ٿو}

حفيظ قريشي: ٢٥ لک ماڻهو آهن بس ۽ هڪڙي هالا دويزن جيتري ايراضي آ.

آصف: ها مقابلو ڪائين پيا .

حفيظ قريشي: ها مقابلو به ڪائين پيا ۽ اڄ مون پڙهيو آ. هي توهان ڪي رڳو ڏيکاريان ٿائيم ۾. نه ناهه اهڙو ٿيو آ. هو چون ٿا نه We are not, you se agreed to the Explain of Sovereignty with New Yark. ساورنٽي. ۽ مهاجر ڪنهن به صورت ۾ قوم ڪونهن پر چون ٿا نه اسين قوم آهيون حالانڪ اها ڳالهه قوم جي چوڻ واري به الطاف ڪي سائينءَ کان خبر پيئي.

آصف: قوم سڏائين پيا.

حفيظ قريشي: پر اسرائيل جيڪو آهي. سو Landless Nation نيشن نه آهي. سمجهو ٿا. بني اسرائيل جي Landless Nation نيشن آهي. يبَني اِسرائيلَ اذكُرُو نِعمتي الذيْ اَنعَمتُ عَلَيكُم- وَ اِذ نَجَينٰكُم مِن الِ فِرعَون.

هي ته ,مهاجر Emigrat آهن.

How can thay say that we are a Nation جيڪي ماڻهو يورپ جا امريڪا ۾ وڃي Emigrat ٿيا اهي به چون ٿا ته We are Amrican Nation thay dont Say that we are a Enghish Nation, we are a Nation of American هي انهيءَ لاءِ به تيار ڪونهن ته پاڻ کي سنڌي قوم سڏائين ته انهيءَ کان وڌيڪ بيو حرامي ماڻهو دنيا ۾ ڪهڙو ٿيندو. ڪراچيءَ جي ڪنجي وڃڻ ڪانپوءِ، شاهه ويو هليو نظر بندي ۾. شاهه صاحب نظربنديءَ ۾ سن ۾ ويهي رهيو. اهو وري فائدو ٿيو. شاه هڪڙي هنڌ ويهي رهيو. ۽ ماڻهو سڀ پئي آيا، هينئر ته آءُ ڪٿي دزائين ٿو ڪريان. انهيءَ زماني ۾ دزائين جو سوال ئي ڪونه هو. مٽيريل ئي ڪونه هو. هينئر مثال جي طور آءُ ٿو چوان ته پنهنجي زميندارري ٿو دزائين ڪريان زميندارري ئي نه هجي. سادا ٽي هزار ايڪڙ زمين نه هجي ته دزائين آءُ ڇا جي ڪندس . آهي ئي ڪونه ته دزائين ڪريون ڇا؟ انهيءَ زماني ۾ آصف بالادي نوجوان هو. انهيءَ کي اها خبر ڪانه هئي ته آءُ سنڌي آهيان،رسائين دزائين ڇا ڪري؟ تنهن ڪري سائين رڳو تبليغ پئي ڪئي. سڀ ڪنهن شيءَ جو تائيم آ. هڪڙي ماڻهوءَ مون کي چيو ته "سائينءَ ڇا ڪيو" مون چيو. محمد رسول الله ڇا ڪيو؟ ايران فتح ڪيائين مصر فتح ڪيائين. سنڌ فتح ڪيائين فتح ڪيائين. يونان فتح ڪيائين اهي ته سڀ ٻين فتح ڪيا محمد رسول الله ته اهو مدينه مان اچي قعبه ۾ پهتو بس. ٻيو ڪئين ڇا. يا حضرت عيسىٰ ڇا ڪيو. جملي ١٢ ماڻهو (پنهنجا) ڪئين "

آصف: سي به چيئين ته يارهن منافق آهن.

حفيظ قريشي: نه. ١١ جي مون کي خبر ڪانهي. باقي هڪڙو جيڪو هو تنهن ڦاسي ڏياري ڇڏيس. ان وري ڦاسي ڪيئن ڏياريس. چيائونس هي ڇا ڪيئي؟ چيائين. مون کي خبر هئي. ته عيسىٰ الله جو پٽ آ. سو انهيءَ کي ڦاسي ايندي ڪانه مون کي چار پيسا ٿي مليا. سي مون ڪٿي ورتا. ڪرسچنٽي جيڪا ايڏي ساري وڌي. اها عيسىٰ ته ڪونه وڌائي.

آصف: اها بعد ۾ ٿي، صحيح.

حفيظ قريشي: اسرائيل به جيڪا هينئر آهي. اها به حضرت موسىٰ ته هٿ ڪانه ڪئي.

آصف: نه ان ڪونه ڪئي ان رڳو ٻڌايو ته Promised land

حفيظ قريشي: ها. اها ڳالهه ته هن ڪئي. سائين جي.ايم.سيد ته واقعي ڪجهه ڪونه ڪيو. نبوت ته هن جي آ. نه!

آصف: ها. صحيح.

حفيظ قريشي: هاڻ ٢٥- ويهن سالن جي گنجائش سنڌين کي آهي.

آصف: ان ۾ چڙهيا ته چڙهندا.

حفيظ قريشي: اهي به هن واري ڳالهه کونه ٿا ڪن، باقي ڳالهه کهڙي؟

آصف: اهو وڏو الميو آ سائين.

حفيظ قريشي: بيا ته نهيا، جن سائين جي نسبت سان پنهنجي معروفيت ناهي آ. اهي به هن جي (واري) ڳالهه کونه ٿا ڪن. انهيءَ نموني جي ڳالهه کونه ٿا ڪن.

آصف: ها.

حفيظ قريشي: ٧ آگسٽ ١٩٧٢ ۾ شاهه صاحب هتي هالن ۾ تقرير ڪئي هئي، هتي ميمڻ جي ڪارخاني ۾ اندر، پوءِ وري اڳتي وياسين، پوءِ سائين کنڊڙ ۾ تقرير ڪئي، خيبر ۾ تقرير ڪئي پوءِ سيڪات ۾ تقرير ڪيائين پوءِ مٽيارن ۾ آيو رات مٽيارين ۾ هياسون. ٨ تاريخ سائين ويوسن آءٌ آيس حيدرآباد، آءٌ حيدرآباد ۾ گرفتار ڪيو ويس، سائين سن ۾ گرفتار ڪيو ويو. سائين ته سن ۾، نظربند هو. آءٌ ڏهه مهينا جيل ۾ هوس، آگسٽ ......

{وچ تي صوبيدار جي ڪم وارو ماڻهو اچي ٿو جنهن کي قريشي صاحب احوال ڏيئي مطمئن ڪري، پاڻ وري ڳالهائڻ شروع ڪري ٿو}

حفيظ قريشي: ته وڏو الميه ته اهو آهي نه، ته ان جا اهي (پوئلڳ به سندس واري ڳالهه نه ٿا ڪن) سائين هاري پارٽي ناهي.

آصف: هاري ڪميٽي.

حفيظ قريشي: ان جو فائونڊر جي.ايم.سيد آ، تو پڙهيو هوندو.

آصف: ١٩٣٢ ۾ رکيئون بنياد هاري ڪميٽيءَ جو.

حفيظ قريشي: پر جڏهن سنڌ جي وجود جو خطرو ٿي ويو مثلاً جيڪڏهن مون کي .....۾ به سور هجي ۽ دل ۾ به سور هجي ته ڊاڪٽر پهريان.....جو ڪم ڪندو يا دل جو ڪم ڪندو.

آصف: دل جو ڪندو نه!

حفيظ: هائي، هي جيڪا معشيت آهي، سا ١٩٣٥ واري معيشيت آهي چا؟ هاري پارٽيءَ واري

آصف: نه نه گهڻو فرق آهي.

حفيظ قريشي: سائين پنهنجي ڪتابن ۾ لکيو آهي نه، صحيح ڳالهه (به) اها آهي ته، جنهن به ملڪ ۾ زراعت هڪ پاڳي تي ماڻهن تي مهيت هوندي اها قوم ترقي نه ڪندي. اها (ڳالهه) اوهان پڙهي آ.

آصف: نه سائين اها نه پڙهي آ، هڪ پاڳي تي؟

حفيظ قريشي: هڪ پاڳي تي، امريڪا جي پاپوليشن (۾) هڪ ڪي

ٿي ڪان بہ گھٽ آ. ۽ امريڪا جيڪا ميسيڪو مان، يا سينٽرل آمريڪا مان Emigration جي Punctuation ڪري ٿي (سا) Agriculture ۾. توھان کي خبر آ. امريڪا جا اصل ماڻھو Agriculture کي چمبڙن ٿي ڪونہ ٿا. ڏکيو ڪم آ. ٻني ڪرڻ. ھن Generation کان پوءِ سنڌ جو ھاري جيڪو نوجوان آھي، اھو پوک ڪندو ئي ڪانہ. پاڻ پيا چئون تہ پناڻ نہ اچن. ڦلاڻ. (پر) پاڻ کي اھي پنجابي بنجابي آٽي پوک ڪرائڻي پوندي. ھتي زميندار ماڻھو (پاڻ) پوکيندا تہ ڪونہ! اڃا حيڪا ڳالھہ ڪريان ٿو ....
{پريان ڪنھن ماڻھوءَ کي سڏ ڪندي چوي ٿو}

حفيظ قريشي: ابا اوستا. سنائن جا ڇوڪرا ھينئر سڀ بربلون لڳا پيا آھن.

ڇوڪرو: سائين . ھا سڀ پڙھيل لکيل ماڻھو.

حفيظ قريشي: ھاريو ڪرڻ جي موڊ ۾ آھن؟ ڪونھن. ھاريو ڏکيو ڪم آ ڏاڍو. توھان پاڻ مونکي ھنيئر ٻڌايو تہ جاپان جيڪو آ. سو چوي ٿو تہ چانور اسين ٻاھران ڪونہ گھرائيندا سون چو؟ جپان جو ھارپ ڪندڙ گھرائيندڙ ۽ اسان سان Competition ٿيندي. اسين مري ويندا سين. ۽ ھي، اھو جيڪو يورپين ڪميٽي جو (اتحاد) ٿيو آھي. انھيءَ ۾ انگلينڊ ۽ فرانس اختلاف ڪيو آ. سو بہ ھارين جي ڪري. انگلينڊ جو Agriculturist ۽ فرانس جو Agriculturist چئي ٿو. توھين يورپ ۾ ڳنڍجو پلي پر زراعت کي نہ ڳنڍيو اسين مارجي ويندا سين.

آصف: اڇا . .....اڇا ان بنياد تي.

حفيظ: ھي لکن ٿا مھاجر Writer تہ ٻني جيڪا آھي سا ھيترن ماڻھن کي ...... توھان کي خبر آ. ھينئر. Land Commission جي حد ڪيتري آ.

آصف: گھٽي آ سائين.

حفيظ قريشي: ٢ سو ايڪڙ.

آصف: ٢ سو اڇا.

حفيظ قريشي: قانون موجب..... ايتري قدر جو غلام مصطفيٰ جتوئي According to the law even Ghulam Mustafa Jatoi dus not have more then two hundred Akars باقي پنھنجي حساب سان اسين رکيو وينا ھيون منھنجي ڏيئرن کي بہ زمين آ. منھنجي پٽن کي بہ زمين آ. ۽ ڪجھہ منھنجي نوڪرياڻين کي بہ زمين آ. مون (نوڪرياڻين کي) ڏيئي ڇڏي آ. بچائڻ جي لاءِ. اسان کي حق آ بچائڻ جو. اسين ڇو نہ بچائيندا سون. ڪارخانا پلا ٢٠ ھجن ھڪڙي ماڻھو. ڪيٰ باقي زمين نہ ھجي!

آصف: ها، اهو ڪيئن ؟

حفيظ قريشي: امريڪا ۾ Land Commission ڪانهي، انگلينڊ ۾ ڪانهي، فرانس ۾ ڪانهي. هتي ڇو هجي؟ ھڪڙو زراعت ۾ Interested آ، ٻلي Interested ٿئي ڪروڙ پتي ٿئي.

هڪڙي ماڻهو مونکي چيو تہ سائين سُنت ۾ هينئن آهي. مون چيو تہ سُنتَ ۾ پڪي جي هينا ويهڻ آهي. مسيت ۾ پڪا ڇو هنيا اٿوَ، رسول الله صلي الله عليہ وسلم تہ پڪي جي هينان وينوئي ڪونہ هو. عرب جي گرميءَ ۾ پڪي جي هينان ڪونہ وينو. اوهين ڇو ٿا وهو.

{اوچتو ڪو نوجوان مسز ٽيچر جي جوانيءَ جو فوٽو آٿي ٿو تہ قريشي صاحب ان بابت بہ ڳالهائڻ شروع ڪري ٿو.}

حفيظ قريشي: اها پارليامينٽ ۾ پهچڻ کان اڳ She did not apply any Servant of any Service

هينئر آهن Life جا سادا ٽي اصول.

آصف: سادا ٽي.

حفيظ قريشي: Self Service

Use of Technology

Re Cicling of your things.

اتي انٽريو ختم ٿي وڃي ٿو.

اسان جي سائين جي. ايم. سيد سان جيڪي ماڻهو سڄي زندگي وفادار ۽ سچا رهيا، انهن ۾ حفيظ قريشيءَ جو نالو سر فهرست آهي. هو اسان جي قومي قافلي جو اهو سپاهي هو، جيڪو سدائين سنڌ جي سرحدن جي حفاظت لاءِ چونڪي ڏيندو رهيو. هو سنڌ سان گهڻو سچو هو پر ان جون پهريون سچايون پنهنجي سرواڻ سائين جي. ايم. سيد سان هيون. سائين جي. ايم. سيد جڻ ان جو پهريون پيار هو، جنهن کي هو سڄي زندگي وساري نه سگهيو. زندگيءَ جي آخري هڏڪيءَ تائين هو سائينءَ جي سرواڻيءَ ۾ رهيو، مرڻ کانپوءِ به سائينءَ جي پيرن ۾ دفن ٿيڻ جي خواهش ڏيکاريائين پر اها پوري ٿيڻ کان ائين رهجي وئي جيئن اسان جي سڄي قافلي جون ٻيون خواهشون پوريون ٿيڻ کان رهجي ويون.

ناز سنائي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻُ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَئَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَئَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَئَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٻارن کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‍ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙَهن نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽلندر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)